# سنڌ جي مڇي

## ڪاري جي مڇيءَ جو مطالعو




تحقيق ۽ ترتيب:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ










سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري طرفان سنڌي ٻوليءَ جي جنس- وار ۽ ڌنڌي- وار لغات جي مطالعي واري رٿا جي سلسلي جي ٻيو ڪتاب

# سنڌ جي مڇي

## پاڳو ٻيو

## ڪاري جي مڇي جو مطالعو

(سنڌي ٻولي ۽ لغات جي روشني ۾)


تحقيق ۽ ترتيب

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ






سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد سنڌ، پاڪستان

١٤١٦هه/١٩٩٥ع

چاپو پهريون: ١٩٩٥ع
تعداد: هڪ هزار

قيمت: ٣٥ روپيا

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
نيشنل هاءِ وي- نزد سنڌ ميوزيم
حيدرآباد- سنڌ
71000

هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيو ۽ اداري پاران اشاعتي نگران امين لغاري ميسرس آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# عنوانن جي فهرست

صفحا

# مهاڳ

هن سلسلي جو پهريون ڪتاب ”سنڌ جي مڇي ياڱو پهريونَ: مٺي جي مڇي جو مطالعو“ سنہ ۱۴۱۳ھ ۱۹۹۳ع ۾ شايع ٿيو. ان کان اڳ، راقم سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي چيرمين جي حيثيت ۾ هڪ رٿا تيار ڪري عمل ۾ آندي هئي تہ جئن سنڌي ٻوليءَ جي جنس-وار ۽ ڌنڌي-وار لغات جو تحقيقي مطالعو ڪري سگهجي. ان رٿا هيٺ، مٺي جي مڇي جو مطالعو پورو ڪيو ويو ۽ ان جي مهاڳ ۾ ڄاڻايو ويو تہ هن کان پوءِ کاري جي مڇي جو مطالعو ڪيو ويندو. ان ڪيل وعدي مطابق، باوجود سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي صدارت تان سبڪدوش ٿيڻ جي ۽ پنهنجين گهڻين مشغولين جي، مون هن ڪتاب کي پورو ڪرڻ ضروري سمجهيو. اداري طرفان، ساموندي ڪناري تائين سفر ڪرڻ جو مناسب انتظام ٿيو، جنهن ڪري هي ڪم وقت سر پورو ٿي سگهيو. مواد جي اتاري ۽ پيٽ، وڏيڪ پڇا ۽ تحقيق، ۽ ڪتاب جي ترتيب ۽ تصنيف تي ٻہ چار مهينا لڳي ويا جو ساڳئي وقت ٻيون مشغوليون بہ هلنديون آيون.

مون پنهنجي دستور موجب، کاري جي مڇي جي

مطالعي لاءِ پاڻ ڪاري ۾ وجي مڇي جي ڏنڍي وارن ڄاڻو ماڻهن سان ملڻ ۽ ڪانئن هرڳالهہ بابت پڇڻ ضروري سمجهيو. باوجود انهيءَ جي، تحقيقي نگاه ڪان هن ڪم ڪي نباهڻ اينترو سولو نہ هو: هڪ تہ هن ڪان اڳ ڪنهن اهڙي پڇا ڪانہ ڪئي هئي جو ان مان فائدو وٺي سگهجي، ٻيو تہ جيتوڻيڪ مڇي جو ڏنڍو ڪنڌڙ پنهنجن ماڳن مياڻين لڳ "اندر" وارن دريائن توڙي اتان "ٻاهر" سمنڊ وارن پاڳن جي مڇي جو تجربو رکن ٿا، پر سواءِ ڪن ٿورن جي ٻين ڪي ٻين پاڳن جي ڄاڻ گهٽ آهي. ڪن مڇين ۽ منگرن جا نالا بہ ڪن وٽ هڪڙا تہ ڪن وٽ ٻيا: مڇين يا منگرن جي جدا جدا جنسن جي ڊيگهہ يا وزن جي ڄاڻ جو مدار بہ هر گهاتوءَ جي پنهنجي تجربي تي آهي جو ڪنهن اها ساڳي مڇي ننڍي ڏني تہ ڪنهن اها گهڻو وڏي ڏني.

هن مطالعي لاءِ هڪ اصول مقرر ڪيو ويو تہ هر جنس جي وڏي ۾ وڏي مڇي جي ڊيگهہ ۽ تور لکجي. سيني ڪچهرين ۾ اها ڳالهہ ورائي ورائي پڇي وئي. باوجود انهيءَ جي، شاهبندر ڪان وٺي مارپيور ۽ يونس آباد تائين ڪن جنسن ۽ نالن بابت جدا جدا رايون مليون. ڪن جنسن جا تہ فقط نالا مليا. انهيءَ ڪري باوجود ڪيل محنت جي، هيءَ مطالعو هڪ ابتدائي

ڪوشش آهي جنهن کي اڳتي هلي مڪمل ڪرڻو آهي.

افسوس جو ملڪ جا صوبائي ۽ مرڪزي کاتا ۽ ادارا جيڪي مڇيءَ جي مطالعي، واڌاري ۽ حفاظت سان واسطو رکن ٿا ۽ جيڪي سالن کان وٺي ڪوڙ ڪو ڪم ڪري رهيا آهن، تن سنڌ ۽ بلوچستان جي ڪاري جي مڇين توڙي ملڪ اندر مٺي پاڻي جي مڇين جو تحقيقي مطالعو نہ ڪيو آهي: نہ انهن کاتن ۽ ادارن مٺي ۽ ڪاري جي مڇين ۽ منگرن جا فوٽا ڪڍي محفوظ ڪيا آهن ۽ نہ وري انهن کي مڇين ۽ منگرن جا مقامي نالا معلوم آهن جن سان مُلڪي ماڻهو انهن کي سڃاڻن ٿا. انهن کاتن ۽ ادارن جي ڄاڻ ٻاهران ڇپيل فوٽن ۽ ڪن انگريزي نالن تائين محدود آهي.

مڇين، منگرن ۽ ٻين جاندارن جي باري ۾ جيڪي ڪجهہ لکيو وڃي سو هوند وڌيڪ ڪارگر ٿئي جيڪڏهن نالن سان گڏ شڪليون بہ نظر اچن. هن سلسي ۾ عربي سمنڊ جي ڪن مڇين منگرن جي شڪلين جا ڪي ڇپيل خاڪا (١) دستياب ٿيا جن

---

(١) "عربي سمنڊ جي مڇي" (Fish of the Arabian Sea) جي عنوان سان ہ چارٽ، مڇين منگرن وغيره جي عربي ۽ سائنسي نالن سان، ڊينمارڪ جا ڇيل ۽ پور بندر (هندوستان) جي واپاري سوسائٽي جا ڇڏرا ڪيل، ڪراچي فشرمين سوسائٽي جي آفيس مان دستياب ٿيا.

مان سنڌ جي ڪاري جي ڪن مڇين منگرن وغيره جي سڃاڻپ ڪئي وئي. انهن مان ڪن جون شڪليون نموني طور شامل ڪيون ويون آهن.

هن تحقيقي ڪم جي تڪميل ۾ جن مهربانن مدد ڪئي تن ۾ اهي سڀ سڄاڻ گهاتو گهوربندڙ شامل آهن جن سان يونس آباد، ڪڏي، ابراهيم حيدري، ريڙهي، ڪيٽي بندر، جنگي سر، ساڪري، چوهڙ جمالي ۽ شاهبندر ۾ ڪچهريون ٿيون: جئن تہ حاجي احمد بن ناڪئو علي، پاٿس ايوب، جوسب صديق چنڊياڻي، عمر حاجي يعقوب، هاشم حاجي ڪارو عمراڻي، حاجي قاسم ۽ ٻيا (ابراهيم حيدري)؛ حاجي يوسف خليفو، حاجي قاسم لاڙو ۽ ٻيا (ڪڏو)؛ اسحاق دبلو، شفيع ملڪاڻي، محمد اسماعيل ميمڻ ۽ ٻيا (ڪيٽي بندر)؛ الله جوڙيو نُک داد، الله ڏنو ملاح، محمد عرس باديٽو ۽ ٻيا (چوهڙ جمالي - شاهبندر). حافظ حبيب (چوهڙ جمالي) جدا مواد موڪليو جيڪو پڻ پيٽ لاءِ مفيد ثابت ٿيو.

جن مهربانن جي مدد سان، مٿين ماڳن ۽ اتي جي گهوربندڙن تائين پهچڻ ۽ ملڻ جو موقعو مليو تن مان ڪراچي ۾ محترم علي احمد بروهي ڪافي مدد ڪئي، ۽ وقت ڪڍي مون سان يونس آباد، ڪڏي ۽

ابراهيم حيدري وارين ڪچهرين ۾ شامل رهيو. مرحوم چاموٺ ولي محمد ۽ پوءِ سندس لائق فرزند حاجي شفيع محمد، ابراهيم حيدري جي چاٽو گهاتوئن ۽ گهوربندڙن سان ملائڻ لاءِ ڪچهرين جو انتظام ڪيو. ريڙهي جي سربراهه صابو جت جي مهرباني سان اُتي جي گهوربندڙن سان ملڻ ٿيو. شاهبندر، چوهڙ جمالي، جَنگي سَر ۽ ڪيٽي بندر جي ڪچهرين ۾ معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ فرزندم علي محمد خان ۽ محترم محمد ابراهيم ڪاڪيپوٽي جي مهرباني سان انتظام ٿيو. سندن ڪيل مدد لاءِ آءٌ مٿين سڀني سڄڻن جو شڪر گذار آهيان.

محترم محمد اسماعيل شيخ جي مهرباني جنهن مواد کي اتاري صاف ڪري پريس ڪاپي تيار ڪرڻ ۽ پروفن پڙهڻ ۾ مدد ڪئي.

حيدرآباد سنڌ
٨ - مئي ١٩٩٥ع

نبي بخش

# پاڳو پهريون
# گهاتو، گهور ۽ گهاوا
## گهور ڪندڙ گهاتوئن جا لفظ ۽ اصطلاح

ڪاري وارا، خاص طرح مڇيءَ جي گهور ڪندڙ گهاتو ۽ ٻيڙياتا ناڪئا، ڪي خاص لفظ ۽ اصطلاح استعمال ڪن ٿا جن ڪي سمجهڻ ضروري آهي. انهن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

• **گهاتُبُ يا گهاتُو:** اهو تجربيڪار گهوريندڙ، يا ناڪئو، جنهن کي وير جي لهڻ چڙهڻ، موسم ۽ واءَ، ڪاڏي ۽ ڪارِي، نَرَ ۽ مُرَ جي ڄاڻ هجي، ۽ مڇين منگرن جي ماڳن ۽ انهن جي هل چل کان باخبر هجي.

• **گهورڻ، گهور ڪرڻ:** شڪار لاءِ مڇيءَ کي سمنڊ ۾ جانچڻ ۽ ڳولڻ . 'مڇيءَ جي گهور، معنيٰ درياءَ (=سمنڊ) ۾شڪار لاءِ مڇي جي ڳولا.

• **درياء:** سمنڊ کي درياء سڏين. چوندا درياء اچي ٿو، يعني سمنڊ جي پاڻي ۾ چاڙهه آهي ۽ پاڻي وڌي رهيو آهي.

• **اندر يا منجهہ:** ڪناري سان لاڳو ۽ اندر ڪناري کي ويجهو، تانگهي پاڻي وارو پاڳو.

• **پاهَرِ:** ڪناري کان پري وڏو اونهو سمنڊ.

● **ڪاري، ڪاڏِي يا نَري:** ڪناري لڳ 'اندر' واري پاڳي ۾، هيٺ تري وارا اونهان واهڙ جيڪي "باهر" سمنڊ تائين وڃن، ۽ جن مان جهاز ۽ پيڙا اچي وڃي سگهن. انهن مان ڪي سنڌونديءَ جا اڳيان ڇوڙ وارا ڦاٽ آهن.

● **نَرُ:** اها وڏي ڪارِي يا ڪاڏِي جيڪا 'اندران' شروع ٿي 'ٻاهر' سمنڊ ۾ نڪري.

● **وِيرِ آلُڙ:** يعني وير جو پوڻ يا وير جو چڙهڻ؛ وير جي پاڻي جي چڙهڻ وارو وقت ۽ عرصو. آلُڙ، يعني ويرِ جو لهڻ، وير جي پاڻيءَ جي لهڻ وارو عرصو. 'وير آلڙ' جو حساب چنڊ سان آهي. چنڊ اُڀرڻ توڙي چنڊ لهڻ وقت آلڙ پوري ٿئي ۽ وير چڙهي.

● **جُوانُ:** اهو وقت جڏهن اڳين وِير لهي پوري ٿئي ۽ وري ٻي وير چڙهڻ شروع ٿئي. نئين سِر وير جي پاڻي جو چڙهڻ وارو پُور جنهن ۾ مڇي مٿي چڙهي. اهو مڇيءَ جو جوانُ آهي، يا جوانُ وارو وقت آهي. ڪاري جي تانگهي پاڻي ۾ مينهينِ جي چَرڻ کي بہ 'جُوانُ' چون.

●**جَرُ:** يعني چمڪو يا روشني. سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ جَرُ ٿيندو ۽ اهو اونداهي ۾ ٿيندو: ائين جو پاڻيءَ ۾ جڻ روشنيءَ جا داڻا داڻا بجلي وانگر چمڪندا. پاڻيءَ ۾ جَرُ

هوندو تہ مڇيءَ جو شڪار نہ ٿيندو.

- ساہ پَئِي وڇڻ: وِير جو لهي وڃڻ، سُڪَ پَئِي وڃڻ.
- جُهارُ جُئارُ جُوارُ: ويـر جو وڏو چاڙهہ. جُهـار هڪڙا ننڍا (روزاني وير جا چاڙهہ) ۽ ٻيا وڏا. مهيني ۾ ٻہ وڏا جُهار ٿين: هڪ پنڌرهين جو جُهار (١٥ کان ١٨ تاريخ تائين) ۽ ٻيو چنڊ جو جُهار (٢٦ کان ٢٩ تاريخ تائين). آکاڙ ۽ سانوڻ مهينن (جون- آگسٽ) ۾ ڪاڇي (ڏکڻ جي)واءُ لڳڻ سان وڏي ۾ وڏا جُهارَ ٿيندا.
- ياڳ: 'جُهارُ' جو ضد، وير جو گهٽيل چاڙهہ، لاٿ يا لاهہ. مهيني جي ٻن جُهارن جي وچ ۾ 'ٻہ' 'ياڳ' ٿيندا.
- اوراٿو، اوڙاهي: سمنڊ ۾ پاڻيءَ جو اوچتو وڏو چاڙهہ (وڏي خطري وارو).
- وامَ يا وانءَ (جمع: وامُون، وانئُون): سمنڊ جي پاڻيءَ جي اونهائيءَ جي ماپ 'وامَ' سان ٿئي. وچولي قد جو ماڻهو پنهنجيون ٻانهون کلهن کان ٻنهي پاسن تي سڌيون ڪري تہ ان کي عام طرح 'ٻُرهہ' چئبو. ڪاري جي ٻوليءَ ۾ ڪي ان کي وامَ (وانءَ) چون، پر ان کي ڪَچِي وامَ چوڻ مناسب ٿيندو. اها ڏيگهہ پنج فوٽ ۽ ڪي انچ ٿيندي. پَڪِي وامَ ڇهن فوٽن تائين ٿي ويندي. ان جي ماپ ائين جو وچولي قد جو ماڻهو سڌو ٿي بيهي ۽ پنهنجي سڄي ٻانهن مٿي سڌي ڪري تہ

زمين تي پيير جي آڱوٺي کان وٺي مٿي هٿ جي وچين آڱر جي چوٽيءَ تائين 'پَڪِي وامَ' ٿيندي.

## مڇيءَ جي گهور

اڳ سنڌ جي ڪناري وارا گهاٽو چاليهن ڪن ميلن تائين ٻاهر سمنڊ ۾ ويندا هئا ۽ ڪين گهور ۾ هفتو کن لڳي ويندو هو. گهور معنيٰ مڇي جي شڪار لاءِ ڳولا. ڪاري جي مڇيءَ جون ڪافي جنسون "ٻاهر" سمنڊ ۾ ئي رهن ٿيون، ۽ نَرَ ۾ نٿيون اچن. "نَرَ" اهي نارون يا وڏيون ڪاڏيون آهن جيڪي ٻاهران وڏي سمنڊ مان ڪناري طرف "اندر" اچن ٿيون. ڪي مڇيون پري رهن ۽ نَرَ ۾ اچن ئي ڪين: مثلا دواڻ، ڪارو پِٿون، گور ۽ دوٿر نَرَ ۾ ڪين اچن.

گهور جو وقت ڪَتي کان وٺي چاڙاءَ يعني چيٽ (آڪٽوبر - مارچ) تائين آهي. اهو اڳيون دستور هو جڏهن هوڙا ۽ پيڙا سِڙهن تي هلندا هئا. ان وقت چوندا هئا ته ٻڪ هجي ته ٻه هاڙَهِ ۽ جيٺ ( مئي ۽ جون) ۾ ٻاهر گهور تي نه وڃجي. هن وقت عام طرح "ڪاليا" (هوڙا) "اندر" (ڪناري لاڳو پاڳي ۾) گهور ڪن، ۽ "گهاڙيتا" (هوڙا) انن "وامن" تي (ٻاهر) سٺن انن ميلن تائين گهور ڪن.

سنڌ جي ساحل وارا گهور ڪندڙ وڏا "گهاتُبَ" (گهاتو) آهن. ڪين خبر آهي تہ ڪهڙي وقت ۽ ڪيئن گهور ڪجي: ڪين سال جي جدا جدا موسمن، ڏينهن ۽ رات جي وقتن، اونداهي ۽ چانڊوڪي جي ٿاٽن، وِير جي چڙهڻ ۽ لهڻ جي وقتن، لَهَر جي رُخن، ۽ تانگهي ۽ اونهين پاڻي ۾ وامن جي حساب سان مڇين جي جدا جدا جنسن جي گهور ڪرڻ جي ڄاڻ آهي. هڪ ڀيري اسان ڪوٻر درياءَ مان هوڙي تي "ٻاهر" وڃي رهيا هئاسون جو اڌو پري ڪان لَهر ڪِلندي نظر آئي ۽ پڻ اتي هوڙا نظر آيا. اسان جي سونهين ساٿي چيو تہ اهي هوڙا جتي لهر ڪِلي پئي اُتي "سُوئو" مڇيءَ جو شڪار ٿا ڪن. هن وقت هوڙن وارا اٺن وامن تائين گهور ڪن ٿا: يعني جيستائين سمنڊ جو پاڻي اَٺ وامون يا وانئون آهي، يعني پنجاه فوٽ ڪن اُونهون آهي، ايستائين وڃن ٿا.

## رَڇَ، پَنَ، گهاوا

مِني جي مڇي مارڻ لاءِ چارَ آهن، جيتوڻيڪ رَڇَ بہ چون: ڪاري جي مڇي مارڻ لاءِ رَڇَ، پَنَ يا گهاوا آهن جن جا، وڏي ۽ ننڍي مڇيءَ جي لحاظ سان، وڏي ۽ ننڍي پاڻي جي لحاظ سان، ۽ پڻ ڪنڌي ڪناري يا ٻيڙي لڳ يا پري جي لحاظ سان، جدا جدا قسم ۽ نالا آهن. گهائو ۽ پن ساڳي ڳالهہ آهي. پَنُ مدراسي سُٽ مان

ناهين. اڳ گهاوا ۽ پڻ سوٽي يا سڻيءَ جا هئا: پوءِ ريشم (پلاسٽڪ) آيو: ۽ هاڻي "مڪڻ ريشم" جا آهن جيڪو پڻ پلاسٽڪ آهي. گهائي ۾ هيٺان ڳوٽريون آهن. پنُ وِير جي چڙهڻ وقت ٻڌندا.

ڪَرڙي ۽ ڪَڏي مان رنگ ناهيندا ۽ رڃ رڱيندا. ڪَرَڙِي هڪ نهايت سائوسهڻو ڪاري پاڻيءَ جو وڻ آهي جنهن جي کلن ۽ ڪانڙين مان ڳاڙهو رنگ نڪري. ڪَڏي هڪ ڍگهڙو اڇو ڪوڏ آهي جيڪو هيٺ تري وارن پٿرن کي چنبڙي وڌو تئي. ان جو اڇو رنگ تڏو آهي ۽ رڃ کي ساڙي ڪونہ. "ران" رڃ جي مٿين ڏوري آهي: گهٽيون تہ "رانيون" چئبيون.

ڪاري ۾ مڇي جي شڪار لاءِ هيٺيان رڃ ۽ پڻ استعمال ٿين.

**پاڪي.** وڏي پاڻي ۾ وڏن منگرن لاءِ، اڪو ٻہ فوٽ.

**ريبيو.** وڏي پاڻي ۾ وڏي مڇيءَ لاءِ. اڪ مُنو فوٽ. ڪَرنا، دَواڻَ، گور، سُوئو، آلَ وغيره وڏي مڇي مارڻ لاءِ ريبيو استعمال ٿئي.

**ريبيُون.** وچولي مڇي جهڙوڪ پِٿُون، سِيئرِي، ڏانڻي ۽ دوٿر لاءِ.

**وائِرو.** "ٻاهر" وڏي سمنڊ ۾ سنهي مڇي لاءِ واري آٽيندا، پوءِ جيڪا اندر آئي سان وري ڪانہ نڪرندي.

**ڪَتَرو.** هي بہ سنهي مڇي لاءِ "ٻاهر" سمنڊ جو چار

آهي. ڪَترو مڇيءَ جي چوڏاري واري ڇڏيندا، تہ هر سنهي مڇي، ڪڏِهن سانا وغيره ميڙي ٻاهر ڪيندو.
ٻَرڪَ. اک هڪَ فوٽ، ٻاهر سمنڊ ۾ وڏي مڇي لاءِ پوڪيندا.
جُهڳا. سنهي سُٽ جو، ڊيگهہ ست اٺ فوٽ ڪن، هيٺان سيهي جون ڳوڙهيون.
ڳُجو. سانن لاءِ
نَڪِڙي. سنهون ڄار، اک جوگهيرو هڪ انچ يا ٿورو ننڍو. هن ۾ سانا بہ جهلجن.
پکيون. ڊوري جو رڇ آهي.
ڇاري. جيڪا مٿان اُڇلي وجهجي.

## رَڇُ پوڪڻ

پَنُ وجهڻ يا رَڇُ وجهڻ عام اصطلاح آهن، پر "رڇ پوڪڻ" خاص اصطلاح آهي. معنيٰ ساڳي آهي، يعني مڇي مارڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ رڇ وجهڻ. پر "ٻاهر" وڏي سمنڊ ۾ رڇ وجهڻ کي گهاتو "رڇ پوڪڻ" چوندا.

ڪراچي جا گهوربنڌڙ ۽ گهاتو رڇ پوڪڻ ۾ ماهر آهن. "اندران" (ڪناري واري پاسي کان) نڪري "ٻاهر" وڃي رڇ پوڪيندا ۽ رڇ پوکي موٽي ڪاڏي ۾ ايندا. ڪاڏي، سمنڊ جي تري ۾ قدرتي ڏگهي ڪوٽيل ڪَسِي يا کَاهي آهي جيڪا "اندران" نڪري "ٻاهر"

سمنڊ ۾ وڃڻ لاءِ هوڙن ۽ جهازن جي وات جو ڪم ڏئي ٿي، گهاتو اندازا انن واِمن جي ساموندي اونهائي واري پاڻي تائين وڃي رڇ پوکيندا: هڪ ڏينهن صبوح جو رڇ پوکيندا ۽ انن پهرن ڪان پوءِ ٻئي ڏينهن صبوح جو وڃي ڪڍندا. چوندا تہ فلاڻا گهاتو "پوک وِڃي آيا" ، يعنٰي پوڪيل رڇ مان مڇي ڪڍي آيا. اهو سنڌ جي گهاتوئن جو ڪمال آهي جو بنا ڪنهن قطب نما يا ٻِي ڪنهن ڪَلَ جي، ٻئي ڏينهن وڃي ٿا پنهنجن پوڪيل رَڇن کي بنا ڪنهنَ مونجهاري جي ڳولي لهن. اهو هڪ وڏو تجرباتي علم آهي جنهن جو مدار هيٺين نشانين ۽ اهڃاڻن تي آهي:

١. ڪناري وارو ڪونشان مقرر ڪري، ان جي سڌ تي باهر ويندا. مثلا "گنڊُبو پَهاڙ" ۽ ان جي سامَهون تي "بوربون" (تڪربون) نشان طور نظر ۾ رکندا.
٢. سج جي رخ ۽ چاڙهہ کي خيال ۾ رکندا.
٣. پاڻي جو عُمَق جانچيندا تہ ڪيترين وامون آهي: يعني تہ ڪيترين وامن واري پاڻيءَ ۾ رڇ پوڪيو ويو آهي.
۴. ٻُڙدَ سان هيٺ تَري جي مٽي جانچي مٽيءَ جو رنگ ۽ نمونو خيال ۾ رکندا.
٥. لَهَر ۽ واءَ جو رخ خيال ۾ رکندا.
٦. جتي رڇ پوکيندا اُتي جي پاڻي جو رنگ خيال ۾ رکبدا.

# پاڳو ٻيو
# سمنڊ جا جاندار

## مڇيءَ کان الڳ جاندار

سمنڊ جي کاري پاڻيءَ ۾ ڪيئي جاندار رهن ٿا جن مان مڇي، مَنگرَ، ۽ ڪڇون وڏيڪ ڄاتل سڃاتل آهن. سمنڊ جي جاندارن مان مڇي هيٺ اونهين پاڻيءَ ۾ توڙي مٿي تانگهي پاڻي ۾ جتي ڪِٿي موجود اهي. ٻيا ڪيترائي اهڙا جاندار آهن جيڪي سمنڊ جي تري ۾ رهن يا هيٺ سمنڊ ۾ جتي پٿر ٽڪَر آهن اتي رهن. ڪاري جي ٻوليءَ ۾ انهن پٿر ٽڪرن کي 'ماريِ' يا 'ماربون' سڏجي. هيٺ رهندڙ جاندارن مان مَنگر ۽ ڪَڇون وڏا شاهي جاندار آهن؛ باقي ٻيا ننڍا آهن جيڪي ماري ۾ رهن يا مٿي ترن يا تري ۾ ڻُرن سُرن. انهن ۾ ڪيڪَٽ سانوَ، ڪُوڪو، ڀَچانگو، مَيو، گُر، ڪڏو، ڊوِيار، سپ، پيِتو، سيتلاڙو، سپ وغيره اچي وڃن ٿا. مڇين سان لاڳو جاندارن جو بيان اڳتي ايندو، باقي ٻيا جاندار جيڪي مڇين منگرن سان گڏ رڇن ۾ لڳن (ڦاسن) ٿا. تن جي سڃاڻپ مختصر طور تي ڪرائجي ٿي.

• ڪُوڪو يا ڪيڪڙو (crab). هڪ جدا جنس آهي، جنهن کي عام ٻوليءَ ۾ ڪُوڪئيو، ڪوڪَئُون يا ڳُئڳئُون ٻہ چون. هن جا ٽي قسم آهن: هڪ 'سوڍو جيڪو نَرُ آهي ۽ جنهن جو پيٽ سوڙهو سَنهون ٿئي؛ ٻي 'پٽَرُ' جيڪا مادي آهي ۽ جنهن جو پيٽ سيلو ويڪرو ۽ ڪاري رنگ تي آهي؛ ۽ ٽيون 'ڪوڏڙو' جيڪو صفا سنهون ٿئي. مادي آني ڪري ۽ ڪوڙي ۾ جهلي. ڪوڏو ۽ آڏيري ٻہ ننڍيون جنس آهن. رنگ جي لحاظ سان، ڳاڙهو ڪوڪئون، ڪَهيرو ڪُوڪَئون ۽ ڪارسرو ڪوڪئون وڏيڪ سڃاتل آهن.

• پَچانگو. انگريزي ۾ اهو آڪٽوپس (octopus): سڏجي. اهو هڪ جدا جنس آهي.

• لانگارو: هڪ الڳ جنس آهي جنهن جي وچئين گول جسم مان چوڌاري تاندورن مثل ليڙون لڙڪيل آهن. ان جو سڄو جسم 'جيلي' وانگر نرم پاڻيٺ وارو آهي. سنڌ جي ڪناري لڳ ان جا ٽي قسم سڃاتل آهن: هڪ وڏو 'جُهڙُ' جيڪو برف جهڙو اڇو ۽ سفيد شيشي مثل چمڪندڙ ٿئي؛ ان جي تور ٻہ- ٽي مڻ ٿئي. ٻيو ننڍو ڳاڙهي رنگ تي، جنهن جي تور اڌ مڻ کن ٿئي. ٽيون ننڍڙو جيڪو "لانگاري" سڏجي جنهن جا ٻہ قسم آهن: هڪ اڇي لانگاري ۽ ٻي سائي لانگاري. سائي

لانگاري جڏهن ماڻهوءَ جي جسم کي لڳي تہ تيز سُور ۽ ساڙو ڪري.

• ڪَچُون، ڪچان، ڪَچَئون يا ڪَچائون. ڪَچُون سمنڊ جي جاندارن جو هڪ جدا قسم آهي، جنهن جون ڪيٽريون ئي جنسون آهن. ڪوريزل يا ڪوريسر ۽ ڪامرُ (يا ڪامُري) ڪَچُون پئي وڏي جنس وارا آهن. سنڌ جي ڪاري ۾، انن ڪان ڏهن مٽن جي تور تائين ڪَچُون جهليا ويا آهن. پر گهاتُبَن جو چوڻ آهي تہ ٻاهر سمنڊ ۾ ان ڪان بہ وڏي وزن وارا پنڌرهَن مَٽا ڪَچئان آهن. سندن چوڻ مطابق مورڙي کي بہ ڪَچُون ڳهي ويو هو.

ڪَچانئنِ جا ٻيا هي قسم آهن، سَرِويل، جنهن جي پچ ۾ زهريلو ڪندو آهي. پيو ڪاميٽ، ٽيون ليارو ڪچون، چوٿون پاتوڙو ڪچون جيڪو پڻ وڏو ۽ ڳرو آهي جنهن کي ٢٠ - ١٥ ماڻهو رڇ مان چڪي ڪڍن.

• ڪوڏا. انهن جا جدا جدا قسم آهن جئن تہ گُرُ، مارُوڙي، ڪَنب، ڪَڏا يا ڪِڏا (وڏا)، ۽ ڪَڏ، ڪڏو يا ڪِڏي (سنهون).

## مڇي ۽ ان سان لاڳو جاندار

مٿي بيان ڪيل جاندارن ڪان سواءِ ڪي ٻيا جاندار جيڪي بنيادي طرح مڇيءَ جي ذات وارا آهن، ۽

پڻ جيڪي گهورينڌڙ گهاٽُوئن جي رَچن گهاوَن ۾ لڳن ٿا، تن کي ميَو، پٽڻ ۽ مَنگر جي نالن سان سڏجي ٿو. چوٿون جانور پِروُن يا بُلهڻ آهي جيڪو انهن جنسن کان الڳ آهي. ڪاري جي بلهڻ ڪاري رنگ تي وڏي شاهي مَٽ جيڏي ٿئي.

مڇيءَ سان لاڳو جاندارن جي علمي سائنسي سڃاڻپ پوريءَ طرح ٿيل آهي پر اها سڃاڻپ عام طور تي معلوم ناهي. ڪاري جي گهورينڌڙن وٽ سڃاڻپ لاءِ چار نالا آهن- يعني مڇي، ميَو، پٽڻ ۽ منگر- جن مان ميَو ۽ پٽڻ ٻئي مڇيءَ جي نُکَ نسب ۾ شامل آهن. هيٺ ميَو ۽ پٽڻ جنسن تي مختصر طور روشني وجهجي ٿي. منگرن کي جدا ڀاڱي چوٿين هيٺ بيان ڪيو ويندو.

## ميو

• ميَو، شڪل صورت ۾ ڊگهيرو آهي ۽ وڏي ۾ وڏو ڊيگهه ۾ پنج ڇهه فوٽ ٿئي، ميو پُڇ جي زور تي هلي، ان جا گهٽائي قسم آهن ۽ سڀ آنا لاهين. سيپٽمبر- آڪٽوبر ۾ لڳ ڪن. سنڌ جي ڪاري ۾ به انهن جا درجن کن يا اجان به وڌيڪ قسم موجود آهن، جن مان ’گجي ميو‘ ۽ ’سسي ميو‘ سولائي سان سڃاڻي سگهجن ٿا (ڏسو فوٽو).

## پِنَڻَ (skates)

پِنڻ شڪل ۾ تِڪُنڊائين گولائي تي ۽ ڊگهي پڇ سان آهن، ۽ سَجاڻڻ ۾ سَوَلا آهن. علمي سائنسي سجاڻپ طو، اهي "ري" (ray) جو هڪ ڪٽنب آهن. ڊيگهه چئن فوٽن تائين، پر پين سمندن ۾ وڏي جنس تور ۾ اڍائن مٽن تائين ٿئي. نر مادي جي خبر بت جي ڊول ۽ رنگ مان پوي. اهي جِروُن، ڪيڪڙا وغيره ڪائين. ڪناري ويجهو بہ اچن، پر وڏي پاڻي ۾ هيٺ تري ۾ جتي واري هجي اتي رهن. سنڌ لڳ، سمنڊ ۾ پاهر، پِنڻ جون ڪي گهٽيون ئي جنسون آهن؛ هينيون ڏهہ جنسون جيڪي سنڌ جي ڪنڌيءَ واريَ سمنڊ ۾ موجود آهن سي اڪثر رَڇن گهاوَن ۾ لِڳن ٿيون.

١. ڪارِج پِنڻ، جنهن جي مٿي ۾ سڱ آهن. وڏي سمنڊ ۾ ٿئي.

٢. چِٽرو، مٿان گول گول چٽن وارا نشان اٿس.

٣. مورگو پِنڻ

۴. گيمرُ

۵. گَادَمُ

٦. ڪَڏاڪُٽ يا ڪَڏا ڪُتي

٧. ڪُتِي

٨. ٽِنر پڏڻ
٩. موٽڻ يا ڳِڏَ وجهڻو
١٠. پڳو، جنهن ۾ ڪنڊو ڪونهي
١١. وَڇيڻو
١٢. پيچر پڏڻ

## بجلي وارو 'شاٽ' هٽندڙ پٽڻ

پِٽڻ جي هن جنس جو نالو 'موٽڻ' آهي پر ڳِڏَ- وجهڻو به سڏجي، جو بجلي جي شاٽ لڳڻ سان ڇڻ ڳڏڙي پئجي وڃي ٿي. موٽڻ جي نڪ ۾ بجلي آهي، ۽ جي اتي هٿ لڳو ته بجلي وارو 'ڪرينٽ شاٽ' لڳي ويندو. موٽڻ جو رنگ ڪارو، ڊيگهه هڪ فوٽ، ۽ ٿور ۾ به ڪلو ڪن ٿئي؛ ڪانجي ڪونه، باقي گند ۾ گڏجي.

# پاڳو ٽيون

# ڪاري جي مڇي

## مڇيءَ جو ڪاڌو

مِٺي جي مڇي وانگر، ڪاري جي مڇي بہ هڪ ڇيلري (ڇلرن واري) ۽ بي ليئي (بنان ڇلرن جي). ليئي جي پيٽ ۾، ڇيلري ڪائڻ ۾ وڌيڪ سُٺي. مٺي جي مڇي وانگر هڪڙيون مڇيون گاهہ، مِٽي، سِنيار ڪائين، ۽ ٻيون ننڍين مڇين ۽ ٻين جاندارن کي ڪائين. جيڪي گاهہ ۽ مٽي ڪائين سي 'اندر' رهن، يعني ڪناري کي ويجهو رهن؛ جيڪي مڇي ۽ ماس ڪائين سي اڪثر 'ٻاهر' رهن. ڪاري جون گاهہ ڪائڻ واريون جنسون ڪائڻ ۾ وڌيڪ لذيذ آهن. پر جيڪي مڇي ڪائين ٽيون تن مان بہ ڪي لذيذ آهن، جهڙوڪ ڪَڳو، ڏانگري ۽ گورَ.

پلو، پٿون، ڦاڙَ، ڇوڏِي، موري، مُنڍي، ڪُوئين، ڦاٽِي، ڇيلَ ۽ ڦرا اهي سڀ گپ، رائِي (مِٽي)، گُب يا گاهہ ڪائين؛ يا وڻ، ڪاٺ ۽ ڪِڏِي جي ليءَ چٽين. جتي ريل هوندي، يعني ڪناري لڳ ڪچي گپ هوندي، اتي ڏسبو تہ مڇين جي مُنهَن جا نشان لڳا پيا هوندا جو اُتي

گپ چٽيائون. سانن جي جنسن مان ڪَلرِي، جَئيرو، ٿائيگرُ ۽ ڪِڏِي مِٽي کائين. پلو، ڇوڏي، ڦاڙ اکثر گپ چٽين. پلو گاهہ جي ڦُلي بہ چٽي ۽ رائِي (گپ واري سنهڙي مٽي) بہ کائي. ڪُوئِين يا ڪُئِين گاهہ کائي. پٿون اکثر لانگاري جي ليءَ چَٽي.

## آنا ۽ ٻچا

مڇي سيڪا آنا ڪندي، ڪاري جي مڇي چاڙا ء يعني چيٽ (مئي) مهيني ۾ آنا ڇندي ۽ ٻچا ڪري. ڪاري جي مڇي ۾ نر مادي ڪين ٿا سڃاپن، ۽ پڻ نر ۽ مادي لڳ ڪندي ڪين ڏسجن. جيڪي مڇيون ڪاري مان مٿي مٺي ۾ چڙهن ٿيون سي آنِي مِٺي ۾ پَرينديون پر ٻچا ڪاري ۾ ڪنديون.

## ڪاري جي مڇيءَ جون ڪي خاص جنسون

ڪاري جي مڇيءَ جي هر جنس پنهنجي ليکي الڳ آهي، پر هن ٻن خاص جنسن جو ذڪر ڪندا سون: سانا يا هَڪَمر ۽ ڪڳي مڇي يا ڪڳا.

## سانا يا هَڪَمَر

عام طرح جهينگا سڏجن. ڪاري وارا چوندا تہ سانو درياء جو گَذَرُ آهي، يعني سمنڊ جو ڪيئون آهي:

يا چونڊا تہ درياء جو مکڙ آهي. ڪاري جي سانن جا ڪيترائي قسم آهن جن مانۡ هينيان وڏيڪ سڃاتل آهن.

• ڪکَرَ يا ڪِيڪَٽ سانو. وڏي ۾ وڏي جنس آهي؛ هن کي 'مُچن وارو سانو' بہ چون. ڊيگهہ ۾ ٻن فوٽن تائين ۽ تور ۾ چلر ڪان سواءِ بہ گوشت ڏيڍ ڪلو. 'ماري' ۾ رهي، يعني سمنڊ ۾ هيٺ تِڪرين پٿرن واري پيٽي ۾ رهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن جهلجي. انگريزي ۾ هن جو نالو 'لابسٽَر' مشهور آهي. هن جي مُڇن جي وارن مان هار ناهي 'چٽي جي بيماري' جي علاج طور پائين.

• پَٽاس يا پَٽاڙِي. پٽاپٽي سانو جيڪو ٻئي نمبر ۾ وڏو سانو آهي؛ هڪ هيڊن ڪارن پَٽن سان ڊيگهہ مُني فوٽ تائين، ۽ تور ۾ اڌ ڪلو؛ پيو نِنڊيو ڪارن اڇڙن ٽڪڙن سان.

• چَئيرو، چائِرو، چَهِرو. هي بہ وڏو سانو آهي. ڊيگهہ ڇهہ انچ، ڳاڙهو لال رنگ، تور پنجاه گرام. ٻين ڪان وڏيڪ لذيذ ۽ مهانگو. هن وقت هن جو هڪ ڪلو گوشت ٽن سوَن رپين تائين وڪامي ٿو.

• ڪَلري. ننڍو سانو، ڊيگهہ چار انچ ڪن. رنگ ۾ ڳاڙهو پر چَئيري ڪان گهٽ ڳاڙهو. ڪن وٽ نالو 'ڪلري گڊاٽي'


ڪَپرٽان ڏَنڊيو
پَلو
ڦُوڪيو ڏَنڊيو
گِسَر
ڏَاند
ڳاڙهومنڊو

• ماڏڙ چٽيرو. چَٽيري ڪان ننڍو. تور پنج تولا.
• گهوڙيل، گهوڙيلو. ڦڪاڻ تي اڇن ڪارن چٽن سان، ڊيگهه ٽي انچ ۽ وزن پنج تولا.
• ٽائيگرَ
• اچڙو.
• ڪِڏِي. ننڍڙو سانو، ڊيگهه سوا انچ، رنگ ڪاراڻ تي مائل سائو.
• ڪُسُ: سيني ۾ ننڍڙو. ٻه قسم: هڪ ٽلهو ۽ پيو سنهون. پيٽ تي هيڊاڻ آني وانگر.
* • ڪارو.
ننڍڙا سانا سڪايا وڃن ٿا ۽ ڪچ يا گند ۾ گڏجن ٿا. سانن جي 'يُڏي' (ڪل) ڪارخانن ۾ ڪم اچي.

## ڪڳي مڇي

ڪڳي مڇي گول آنا لاهيندي، باقي ٻي مڇي سڀ آنِي ڪندي. ڪڳي، ڊانگري، ۽ گولي آني ڪٽي وات ۾ ڪن. جڏهن ٻچا ڦٽندا تہ وات مان ڪڍي ڇڏينديون، مادي ڪڳي آنا لاهيندي ويندي ۽ نر پويان وات ۾ آنا جهٽيندو ويندو ۽ وات ۾ جهليندو؛ پاڻ سُڪي ڪندا تي ويندو پر ڪائيندو ڪونہ؛ جڏهن ٻچا ڦٽندا تڏهن وات

ڪولي ٻچا ڪڍي چڙهيندو.

ڪاري جا ڪکڳا سڀ ڪکڳي مڇي جي ذات ۾ شامل آهن.

سنڌ جي ڪناري لڳ ڪکڳي مڇيءَ جون هيٺيون جنسون موجود آهن.

- ڪُنُ. وڏو ڪکڳو جيڪو ڪائڻ ۾ سٺو
- چولڪيار ڪکڳو
- شُوڪيار
- ڪارو ڪکڳو وڏو
- سُرمائي ڪکڳو
- رنجي ڪکڳو. جنهن جو منهن سنهو .
- ڪارائي ڪکڳو. ڊيگهه ٻه فوٽ، تور ٻه ڪلو. آني وات ۾ جهلي
- ڳويار ڪکڳو
- نورُ ڪکڳو
- ڳاڙهو ڪکڳو
- ڳاڙهي ڪکڳي
- گِرَمِ ڪکڳي
- چِڳَ ڪَکڳي
- ڊُنگڙيو. ڊيگهه اڍائي انچ

# ڪارِي جون مڇيون جيڪي مٺي مني درياءَ ۾ چڙهن

ڪارِي جي مڇيءَ جي هر جنس مٺي پاڻي ۾ رهي سگهي ٿي، پر مٺي واري هر جنس ڪاري ۾ مري ويندي. مٺي جي مڇي ڪاري ۾ پئي ته پهريائين اکيون ويندس ۽ پوءِ آخر مرندي. ڪاري جون جنسون جيڪي سنڌو درياءَ (يا پنهوار ۽ شڪور ڏنڊين) مان مٺي چڙهن ٿيون تن ۾ پلو، ڏانگري، ڏنديو، ڦاڙ، سيئر، دوتر،چوڏي، ڪڳو، ڪڳي، ۽ ڪلري ساڳو شامل آهن. پلو، درياءَ لهڻ کان اڳ گهڻو ڪري سمنڊ ۾ نڪري ويندو ۽ ڪي ٿورا داٽا پوئتي رهجي ويندا. ڏانگري، ڦاڙ، سيئر ۽ چوڏي چڙهن ٿيون ته گهٽيون پوئتي مٺي ۾ رهجي به وڃن ٿيون. ڏانگري گهڻو ڪري جڏهن ننڍي تڏهن مٺي مني ۾ چڙهي ۽ وڏي اڪثر سمنڊ ۾ ئي رهي؛ يعني ورلي ڪا وڏي ڏانگري مٺي مني ۾ چڙهي. شاهبندر (١٢ – نومبر ١٩٩٢ع) ۾ تصديق سان چيائون ته هيٺيون مڇيون ڪاري مان مٺي چڙهن ٿيون: پلو، ڦاڙ، ڏانگري، گولي، لوجري، چوڏي، رِنگڻ، ڪڳو، سانو، چاه، بونڦاڙ ۽ پَلئي. جنگي سَر جي ميربحرن چيو ته ڪلري سانو ۽ مور منگرو به مٺي مني ۾ چڙهن ٿا ۽ جي پوئتي مني ۾

رهجي ويندا تہ ڪين مرندا.

## نناڍيون مڇيون

نناڍيون مڇيون اهي ٿيون چئجن جيڪي پنهنجي جنس ۾ ئي نناڍيون آهن؛ انهن جو قد هميشہ ايترو ئي رهندو. نناڍين مڇين جي ڊيگهہ سوا انچ کان ڇهہ انچن تائين آهي. هيٺيون جنسون نناڍين مڇين ۾ شامل آهن.

چوڏي. ڊيگهہ ڇهہ انچ، تازي تريل کائڻ ۾ نهايت لذيذ.

ٻُونبلو. ڊيگهہ ڇهہ انچ، سُڪل کائڻ ۾ سُٺي. هڪ داٽو ڏيڍ روپئي کان ٻن روپين تائين ٿو وڪامي.

لُوئَر. ڊيگهہ چار انچ، کائڻ ۾ سُٺي، خاص طرح سياري ۾.

جِئَري. ڇهہ انچ، لُوئَر جي ذات ۾ شامل.

ڪِڇَڪ. ٽي انچ، لُوئَر جي ذات ۾ شامل.

پاسِر. ڊيگهہ چار انچ، لُوئَر جي ذات ۾ شامل.

ڇُنَهبر. چار انچ، لُوئَر جي ذات ۾ شامل.

ڪارڪ. ڊيگهہ چار انچ

ٻِچاڙِي. ڊيگهہ ٽي انچ، سُڪل کائڻ ۾ سني.

چاڳو. ٽي انچ، لُوئَر جي ذات ۾ شامل.

مِٺو، مِٺوڙو. ڊيگهه ڏيڍ انچ، ڪائڻ ۾ سٺي.

موڙي. چار انچ، ڪاجي ٽي.

ڳهگرو. ڊيگهه چار انچ، مٿان پَٽا پَٽا ٽين

بورو. ڊيگهه پنج انچ،

بَڪو. ڊيگهه چار انچ

بَنبوڙ. ڊيگهه پنج انچ

ڪانديري. ڊيگهه ڏيڍ انچ

ڦَڙا. ڊيگهه اڍائي انچ

ڪاراڙِي. ڊيگهه ٽي انچ

خاسو. ڊيگهه ڏيڍ انچ

چَٺُوٺُ. چوڏيءَ جو ٻچو، ڊيگهه ڏيڍ انچ.

## وڏيون مڇيون

اهي مڇيون جن جو شڪار ٿئي ٿو، جهلجن ٿيون ۽ شوق سان کائجن ٿيون، تن ۾ هڪڙيون جنسون وڏيون ٿيون ننڍيون. هيٺيون مڇيون وڏين جنسن ۾ شامل آهن.

- ڍانگري. ڊيگهه پنج فوٽ، تور ڏيڍ مڻ
- گور . ڊيگهه ڇهه فوٽ، تور هڪ مڻ

- سُوئو. ڊيگهہ چار فوٽ، تور هڪ مڻ
- رِنگڻ. ڊيگهہ پنج فوٽ، تور مُنو مڻ
- آل. ڊيگهہ چار فوٽ، تور اڌ مڻ
- ڏانئي. ڊيگهہ چار فوٽ، تور ١٢ ڪِلو
- پلو. ٻاهر سمنڊ جو. ڊيگهہ اڍائي فوٽ، تور اٺ ڪلو
- ڏَواڻ. ڊيگهہ ٻہ فوٽ، تور پنج ڪلو

انهن کان سواءِ ڪَرِنا ۽ ٻيون وڏيون مڇيون ۾ شامل آهن.

## ڪائڻ ۾ لذيذ مڇيون

ڪاري جي مڇيءَ جون ڪي جنسون ڪائڻ ۾ ٻين کان وڌيڪ لذيذ آهن. پر هر جنس موسم مطابق ڪائڻ ۾ وڌيڪ لذيذ ٿئي جو ان موسم ۾ ان جنس تي وڌيڪ وهہ چڙهي ٿي. هڪڙيون مڇيون سياري ۾ مچن، ۽ ٻيون تڏن جڏهن آن پچن تي ورن. مثلا ڍانگرِي ۽ پٿُون سياري ۾ ڪائڻ ۾ وڌيڪ لذيذ ٿين؛ سِيئَرَ ۽ گورَ بهارَ ۾ وڌيڪ لذيذ ٿين.

ڪاري جو پلو بہ لذيذ جنسن ۾ شامل آهي. سيپٽمبر ١٩٩٣ع ۾ پڇا تي معلوم ٿيو تہ ڪاري جي مڇي جون لذيذ جنسون اڍاي سؤ رپيا في ڪِلو تائين وڪامي رهيون هيون. هڪ ڄاڻو (محمد حسينَ ڪڇي)

چيو تہ ’سائين! مون کان پڇ تہ توکي لذيذ جنسون نمبر وار کري ٻڌايان: پهريون نمبر پلو، ٻيو نمبر گور (سُرمائي)، ٽيون نمبر پٿون، چوٿون نمبر دوٿر، پنجون نمبر ڏانڊ، ۽ ڇهون نمبر ’گپر‘. اهڙيءَ طرح هرهڪ جي پنهنجي پنهنجي پسند آهي، پر انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ لذت جو مدار هر جنس جي مڇڻ ۽ موسم تي آهي. جنگي سَر جي ڪچهري (۱۷- مارچ ۱۹۹۵ع) ۾ چيائون تہ سُرمائي، ڏانڊي، سُوئو، پاپليٽ، ڏانگري ۽ دوٿر وڏيڪ لذيذ آهن. ڪيٽي بندر جي ڪچهري (۱۸ مارچ ۱۹۹۵ع) ۾ هيٺيون مڇيون وڏيڪ لذيذ ڪري ٻڌايائون: پَلو، ڏانگري، گور، آل، ڇوڏي، پاپليٽ، گِرِم (ڪگن جي جنس ۾ پهرين نمبر). سِيئَرِ، ڏانڊي، ۽ دوٿر. شاهبندر وارن جي چوڻ موجب ڪائڻ ۾ نمبر وار لذيذ مڇيون: پلو، پٿون، ڦاڙ، گولي، ڪوڪر، سِيئَر، ڏانگري، آل، دواڻ ۽ ڦاٽي. ڪاري وارا ڪي سٺيون مڇيون سڪائي رکن، ۽ آئي مهمان يا ٻي ضرورت وقت رڌين پچائين.

## ڏرڪندڙ (آواز ڪندڙ) مڇيون

ڪاري جون ڪي مڇيون آواز ڪن ٿيون، ۽ ڇئبو تہ ڳالهائين ٿيون. گهاتو چوندا تہ ’مڇي ڳالهائي‘ ٿي يا مڇي ’ڏِرڪي‘ ٿي. ڳالهائيندڙ جنسون پاڻي ۾ گهڻو

هيٺ هونديون تہ بہ گهاتو انهن جو آواز ٻڌندا ۽ انهن کي سڃاڻندا. سمنڊ جي اونهي پاڻي جي ماپ ’وامَ‘ سان ٿئي. ڪاري جي مڇيءَ جون ڪي ڪي جنسون جهڙوڪ ڦوٽرائي سيئر، سُوئو، دوٿر، سَئيري، گولي، رِنگڻ ۽ ٻورو ٿيھ پنجٽيھہ وام هيٺ هونديون تہ بہ انهن جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو، ڪن جو چوڻ تہ سامونڊي مٿين سطح واري فاصلي ۾ ڏهن ميلن تي ڪا مڇيءَ جي جنس ڳالهائيندي تہ بہ گهاتو ان جي طرف، جاءِ توڙي مڇي جي گهٽائي يا ٿورائي جي خبر ڏيندا. يونس آباد ۽ ابراهيم حيدري ۾ ڄاڻو گهاتوئن ان جي تصديق ڪئي. چيائون تہ جڏهن رات ۽ ڏينهن هڪ جيترا ٿين ٿا (مارچ، ۽ سيپٽمبر ۾) تڏهن سُوئو مڇي ڳالهائي ٿي. سُئيري، ’سِيارو واءُ‘ پوڻ سان ڳالهائيندي، ۽ پڻ ’وانڪا‘ تارو ايرندو تہ ڳالهائيندي: اهڙا ١٥ کان ۴٠ وامون هيٺ ڳالهائي، پلو، ڪارو پٿون، سُوئو، رنگڙ، ڦوٽرائي سِيئَر، گولي ۽ دوٿر بہ دِرڪَن ٿيون. سانو بہ دِرڪندو؛ اهو هيئن جو پُڇ هلائيندو تہ ٺَڪ ٺَڪ جو آواز ٿيندو. ناهري (ڊسمبر) ۾ تاري اُيرڻ کان اڳ رڃ پوکي ڇڏيندا تہ مڇي اچي ڦيھي رهندي. پوءِ پٿر اُڇلائيندا تہ اُن آواز تي مڇي بہ ڳالهائيندي (دِرڪندي) ۽ گهاتن کي مڇي جي خبر پئجي ويندي.

## مڇي جيڪا سگريٽ پيئي

هن جو نالو 'گوڪ' يا 'تورو' آهي. گوڪ کي هڪ هڪ ڪنڌو پاسن کان آهي، ۽ ٽيون ڪنڌو مٿان. سِڌو ڪري رکبس ۽ سگريٽ دکائي وات ۾ وجهبس تہ پئي پيئندي ۽ پي ختم ڪري ڇڏيندي.

## مڇي جيڪا اڏامي ٿي

ننڍي مڇي جِري، تور اڌ ڪلو، پنهنجن کنڀن جي زور تي اڏامي ٿي، ۽ پنجاه سِٺ فوٽن تائين ان جي اُڏام عام اهي.

## مڇي جيڪا بلب ٻاري ٿي

ڪڏي جي گهاٽُئن چيو تہ هي مڇي هيٺ سمنڊ جي تري ۾ رهي، ۽ هلندي تہ چڻ بجليء وارو بلب ٻاري روشني ڪري هلندي. سانن جو چار جيڪو هيٺ تري تائين وجي ٿو، ان ۾ ڦاسي ٿي.

## ڪاري جي مڇيء جو ملهہ ۽ مستقبل

ٻي هرشيءِ وانگر، مني توڙي ڪاري جي مڇي جيئن پوءِ تيئن مهانگي ٿيندي وڃي، هڪ پلو هن وقت ڏيڍ سئو کان ٻن سوَن روپين تائين مشڪل ملي ٿو. ١٢- نومبر ١٩٩٢ع تي شاهبندر ۾، جتي روزانو سمنڊ مان تازي مڇي اچي ٿي، پِٺون في ڪلو ڏيڍ سئو


گِسِر


ڏائي


هيرو ڳاڙهي مڇي


سوناف

روپيا هو، ۽ ڏانگري، ڦاڙ في ڪلو پنجاه روپيا. هن وقت ۱۹۹۵ع ۾ پڻون ٻه سئو روپيا ڪلو ڪي وڪجي لڳو آهي.

اگ سنڌ جي ڪاري ۾ مڇي گهٽي هئي ۽ هاڻي گهٽو گهٽجي وئي آهي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪن ٻاهرين ملڪن وارا سنڌ جي سامهون عربي سمنڊ ۾ اچي مڇي مارڻ لڳا آهن. يونس آباد ۾ محمد يونس ٻڌايو تہ: سنڌ جي سامهون ٻاهر سمنڊ ۾ اگ ڪارو پڻون ايترو هو جو هڪ ڏينهن ۾ چوراسي هزار جو شڪار ٿيو.

سنڌ لڳ ڪاري جي مڇي جو مستقبل روشن نظر نٿو اچي جنهن جا ڪي سبب هي آهن:

۱. ٻاهرين ملڪن جي مڇي مارينڌڙن جي سنڌ جي سامهون عربي سمنڊ ۾ سرجنڌڙ مڇي تي مار آهي. اگ پيڙا سڙهن وارا هئا، هاڻي مشين وارا جهاز نون طريقن سان مڇي گهٽي ۾ گهٽي مڇي مارين ٿا.

۲. سنڌوندي جي پاڻيءَ جو سمنڊ ۾ چوڙ گهٽجڻ. درياءَ جو مٺو پاڻي سمنڊ ۾ پوي ٿو تہ مڇيءَ کي وڌائي ٿو: پاڻي جو مقدار گهٽو هوندو تہ ڊگهي وقت تائين سمنڊ ۾ چوڙ ڪندو ۽ مڇي ۾ واڌ ٿيندي. سنڌو درياء تي براج اڏيا ويا آهن جنهن ڪري فقط سانوڻي

(جولاءِ- آگست) ۾ ئي درياءَ جو پاڻي چڱي مقدار ۾ سمنڊ ۾ چڙي ٿو. سياري ۾ ته پاڻ سمنڊ جو پاڻي درياء جي ڪاڏي ۾ چڙهي اچي ٿو. درياء جي پاڻيءَ جي گهٽجڻ جو سڀ ڪان وڏو اثر پلي ۽ ساني يا جهينگي جي پيدائش تي پيو آهي، پر ٻيون جنسون به متاثر ٿيون آهن.

٣. سنڌ جا پنهنجا گهوربندڙ ماربندڙ، سنڌونديءَ جي چوڙ وارن ڦاٽن جي مُنهن تي اچي رچ هٽن ٿا جنهن ڪري پلو، ساثو ۽ ٻيون جنسون مٿي نٿيون چڙهن، ۽ انهن جي نسل ۾ واڌ جيئن پوءِ تيئن گهٽجي رهي آهي.

۴. سنڌ جي ڪاري ۾ 'اندر' ، توڙي سامهون سمنڊ ۾ 'ٻاهر' مڇي جو ڪاڌو گهٽجي رهيو اهي. ننڍڙي سنهي مڇي ۽ ٻيا جاندار، وڏي مڇي جو کاڄ آهن. اگ انهن تي مار ڪانه هئي. پر هاڻي نئين قسم جا رچ نڪتا آهن جيڪي سنهڙي مڇي توڙي ٻين ننڍڙن جاندارن کي تري سوڌو ٻهاري ٻاهر ڪڍن ٿا. اهو سڄو مال ڪچ يا گند ۾ گڏجي ٿو، ۽ ڪچري طور وڪامي ٿو ۽ ڪارخانن ۾ ڪم اچي ٿو. انهن جيتامڙن جي مارڻ تي فوري طور بندش وجهڻ سان ڪاري جي مڇيءَ جي ڳاهه يا ڪاڏي ۾ ڪوٽ بند ٿيندي جنهن ڪري پيداوار وڌنذي.

# پاڳو چوٿون

# منگر ۽ منگرا

## مڇي ۽ منگر

بنيادي طور تي، ڪارني جي مڇي شڪل صورت ۾ مِٺي جي مڇيءَ وانگر آهي: البت "سانو" شڪل صورت ۾ مڇي ڪان الڳ آهي، پر ڪاري وارا سانن کي بہ مڇيءَ ۾ شمار ڪن. مَنگرُ، مڇيءَ ڪان الڳ، سمنڊ جي جاندارن جي هڪ جدا ذات آهي. مڇين ۽ منگرن ۾ فرق اهو آهي جو مڇيءَ جي هر جنس آني ڪري يا آنا ڏئي ۽ آنا ڇاٽي. ان جي برعڪس، منگر ٻچا ڏيندڙ جانور (mammels) آهن. ڪن جي چوڻ موجب، ڪي منگر بہ آنا تا ڏين.

## مَنگرن جا قسم

منگر، مڇين جي شڪل جهڙا ساموندي جانور آهن، پر اهي "مڇي" ڪان هڪ الڳ ذات آهن. ڪاري وارا اڪثر نَر نالو منگرُ (ري جي پيش سان) ڪري ڳالهائيندا، ۽ مادي نالو مَنگرِ (ري جي زير سان)- مثلاً چوندا "اَنڌي مَنگرِ" جيڪا وڏي سمنڊ ۾ رهي. مَنگرَ جي ٻچي کي "مَنگرو" يا "مور" يا "مور

منگرو“ چئبو، ۽ جي گهٽا تہ منگرا، يا مور منگرا. اهڙيءَ طرح ڪاري جي ٻوليءَ ۾ منگرو يا منگرا، منگرن جي ننڍن ٻچن کي چون: يعني جيستائين انهن جي تور عام طرح اڍائي يا ٽي ڪلو کن هوندي. اُهي وڏن منگرن جا ننڍا ٻچا آهن: پر انهن کان سواءِ ٻيا ”ننڍا منگر“ بہ آهن جيڪي ٻچا ناهن پر جنس ۾ ئي ننڍا آهن.

## وڏا مانگر مڇ (whales)

وڏي ۾ وڏو سامونڊي جاندار جنهن کي انگريزي ۾ وهيل (whale) چئجي ٿو تنهن کي سنڌ جا گهاتو ۽ گهورينڌڙ پنهنجي روزمره جي ٻوليءَ ۾ وڏو منگرُ يا ’وڏي منگرِ‘ چون. سنڌي لوڪ ادب ۾ آڳاٽي وقت کان وٺي ’مانگر مڇ‘ نالو مشهور ٿيو ۽ سنڌي ۾ ’وهيل‘ جو اهوئي مشهور معروف نالو آهي. ميين شاه ڪريم جو بيت آهي تہ:

ٻجا تو گهيٽڙي گهٽ، مانگرياڻيءَ مڇڙا
اُن ڪُنڌي ڪڍي ڪيترا نيئي پچاڙيا پٽ

’مانگرياڻي‘ معنيٰ مادي مانگر، ۽ ’مڇڙو‘ (جنهن کي خطاب ڪيل آهي) معنيٰ مانگرياڻيءَ جو ٻچڙو، جيڪو ننڍيو تہ مڇڙو ۽ وڏو تہ مڇُ. مانگر مڇ (whales) ننڍڙين اکين ۽ گرم رت وار جانور آهن. اهي هوا مان

ساه ڪٽندڙ اهن، ۽ انهيءَ ڪري اهي مٿي پاڻيءَ جي سطح تي وقت بوقت ساه کڻڻ لاءِ منهن ڪڍن.

وڏا مانگر مڇ ٽي جنسون آهن:

١. وِيسَرُ، جيڪو وڏي ۾ وڏو آهي. ان کي ڏند ناهن.
٢. اَنڌي مَنگرِ. جيڪا وِيسَر کان ننڍي آهي.
٣. وِيلڙو ٽيون نمبر وڏو مانگر مڇ آهي. هن جا پَک (کنپ) وڻ جيڏا وڏا آهن ۽ هلڻ ۾ تمام تکو آهي. ڪن جي چوڻ موجب ويلڙو وڏيڪ ننڍو آهي ۽ ويسر کي ڇهتي ٿو.

تاريخ ٢٥ جون ١٩٩٣ع تي پاڪستان ٽيلي ويزن ۾ معلومات ڏنائون تہ گهٽا سال اڳ هڪ مانگر مڇ جيڪو زخمي حالت ۾ بلوچستان جي ڪناري سان اچي لڳو هو ۽ جنهن جو ڍانچو ڪراچي ميوزيم ۾ رکايو ويو هو، تنهن جي ڊيگهہ چوهتر فوٽ هئي ۽ تور هڪ لک ويهہ هزارن مڻن کان مٿي هئي.

تازو ويجهڙ ۾ تاريخ ١٦ مئي ١٩٩٥ع جي روزاني انگريزي اخبار ”ڊان“ (Dawn) ۾ خبر آئي تہ ١٣ تاريخ مئي تي ”هب پاور پراجيڪٽ“ لڳ اچو مانگر مڇ ڏنو ويو جيڪو هاڻي مئو پيو آهي. هن جي ڊيگهہ پندرهن ميٽر، اوچائي ساڍا چار ميٽر ۽ تور پنجاهہ مڻ ڄاڻائي وئي. رنگ ۽ ڊول جي لحاظ سان

اهڙو مانگرمڇ ڪراچي واري سامونڊي ڪناري تي وِرلي ڏٺو ويو آهي.*

## ڊُلفِينا

انهن جاندارن جي جنس ئي جدا آهي. جيتوڻيڪ عام طرح اهي به منگرن ۾ ڳڻجن ٿا. پر ڪڏهن ڪڏهن ابراهيم حيدري جي گهاتوئن صحيح طور سمجهايو ته اهي منگر ناهن ۽ انهن جي جنس ئي جدا آهي. انهن مان هيٺيان ٽي قسم وڏيڪ سڃاتل آهن.

١. هُمُر. هي وڏي سمنڊ ۾ رهي، ڏيگهه اٺن فوٽن تائين. هن جا چار نمونا آهن جن مان هڪ ڪارو، ٻيو اڇو ۽ ٻه ڀيا.

٢. مالار. هيءَ ڪنڌي لڳ رهي

٣. تاٻي. هي به ڪنڌي لڳ رهي ۽ مالار کان ننڍو آهي.

ٽيئي جنس ۾ جدا پر هڪ ذات آهن: ٽنهي جا پيچ هڪجهڙا آهن، ۽ ٽيئي جڏهن هينئان پاڻيءَ مان پهريائين مٿي سطح تي ايندا ته ڦُوڪ هڻندا. انهن جي پُٺيءَ ۾ سوراخ آهي جنهن مان ڦوڪ سان پاڻي ڦوهاري وانگر مٿي لاٽ ڪندو. انهن جو تيل ڪم اچي. ڪن چيو ته

* A rare species ever found near the Karachi port... (with) eream colour stripes and slightly grey tail (Daily Dawn dated 16-5-1995)



کَپان، کَپائُون



پچانگو

”ويسر“ بہ ساڳي جنس آهي جو ڦوهارو هٽي ٿو. غور ڪرڻ سان لڳي ٿو تہ اهي ڊالفن (dolphin) جي جنس ۾ اچن ٿا جيڪا ”ري“ (Rays) سان لاڳو آهي.

## مُنهنارا: تلوارن ۽ سڱن وارا

مُنهنارا ڪاري جا اهي جاندار آهن جن کي منهنار وٿان يعني آڏو منهن وٿان پاسن تي چڻ سڌا سڱ يا چڻ سامهون تلوارون آهن؛ اهي سامهان سڌا هڏا آهن جن کي آساني خاطر ’تلوارون‘ چئجي، يا مُنهن وٿان پاسيارا هڏا آهن جن کي آساني خاطر ’سڱ‘ سڏجي. انهن مان هيٺيان جيڪي آنا ڪن ٿا سي مڇيء جي جنس ۾ شامل آهن جيتوٽيڪ عام طرح منگر ٿا سڏجن.

- ليارو. سامهون سڌي تلوار اٿس جنهن کي پاسن کان ڏند يا ڏندا. هيءَ آنا ڪري.
- مَندريو. سامهون تلوارا اٿس؛ آنا ڪري.
- ڪيرُ يا ڪَيرُ، يا ڪهر، آنا ڪري
- واڪيڻُ. سامهون تلواَر اٿس؛ آنا ڪري
- وهرَ يا ويرُ. آڏو ڊگهي چنهنب؛ آنا ڪري
- ڏاَنَد، آڏو پاسيارا سڱ

جدا جدا ماڳن تي ملاحن کاَن اهڙن منگرن بابت پڇيو ويو تہ چيائون تہ هيٺين منگرن کي تلوارون يا سِڱ آهن. مگران بابت وڌيڪ تصديق جي ضرورت آهي.

| | | |
|---|---|---|
| انڌي منگر | سِيرل | لون |
| اَٽيان مور | ڪاناتي | مگيو |
| پاٻگاس | ڪهر، ڪير | مُوئي |
| پِيشَڪِ | ڪَندري | واڪيڻ |
| وِهر | گوسِي | واڳو منگر |
| ڏاند | ڏيهر | هاروڙ |
| ليارو | مَندريو | ڏاند |
| | | گنڊي |

# شارڪ (shark) قسم جا منگر

شارڪن جي سڄاٽپ اها آهي جو انهن کي وات هيٺان آهي، ۽ مٿان نَڪ ڊگها ۽ اڳتي نڪتل. مٿان چلر، بت گولائي تي. ڪليون اٿن. ڪن کي تکا ۽ ڊگها ڏند؛ مڇي ۽ سمنڊ جي ٻين جانورن کي هيچ سان ماريندڙ؛ ۽ ڪائيندڙ ترڻ ۾ تکا جو ڏينهن جا ڏيتهن جهازن سان گڏ هلن. هيٺيان شارڪ قسم جا منگر ماٺهوءَ سان وڙهن ٿا.

۱. ڪَندري
۲. لَونُ
۳. وِچِڙُ
۴. ڪَر
۵. اَٽيان مورُ
۶. سِيافَر
۷. سڏُ
۸. مُوئَي
۹. ڊوڪان
۱۰. ٻُتُرُ
۱۱. ڪَٽيپ يا ڪَٽيت
۱۲. گُسي

## ڪير پيارينڌڙ منگر

عام گمان موجب وِيَسر، ويلڙو، هُمرُ، مالار ۽ ٿابي پنجئي ڪير پيارينڌڙ آهن. پهريان ٽي وڏي سمنڊ ۾ رهن، البت مالار ۽ ٿابي ڪناري کي ويجهو اچن ٿا. گهاتوئن جي چوڻ موجب ٿڻ اٿن ۽ ٻچن کي کير پيارين ٿا.

## منگرا جيڪي کاڄن ٿا

سنڌ جي ڪاري ۾ ڪي ننڍا منگرا جيڪي ڪن وڏن منگرن جا ٻچا آهن سي کاڄن ٿا. اڪثر اهي منگِرا ڪاڏا وڃن ٿا جيڪي کائڻ ۾ سوادي آهن. هيٺيان منگرا انهن ۾ شامل آهن جيڪي کاڄن ٿا.

- مور منگرا، ٻہ قسم: هڪ پراڻو مور ۽ ٻيو اڇو مور يا نئون مور (شاهبندر وارن وٽ اهي نالا). ٻئي کاڄن ٿا ۽ کائڻ ۾ لذيذ آهن. ’نئون مور‘ ، عام خيال موجب، ڪندري جو ٻچو آهي.
- ڪَندري جو مور. ڪندري منگر جو ٻچو، ڏيگهہ ۾ اڍائي فوٽ
- ڪاناتو. ڪاناتي منگر جو مور (ٻچو)، ڏيگهہ اڍائي وٺ.

- ڪَنات. ننڍي ۾ ننڍو منگر. ڊيگهہ ڏيڍ فوٽ ۽ تور سوا ڪلو.
- ڪارِينگڙيو. ننڍو منگر، ڪاڄي ٿو.
- ڪايُون. تور ٽي چار ڪِلو. ڪاڄي ٿو.
- اَٽيان مور جو ٻچو. ڊيگهہ ٻہ اڍائي فوٽ. کائڻ ۾ لذيذ.
- پنبا مور. پنبا منگر جو مور ٻچو. ڊيگهہ ڏيڍ فوٽ ڪن.
- ڪارو مور. عام خيال موجب اهو انڌي منگر جو ٻچو آهي. ڊيگهہ اڍائي فوٽ.
- گِسي مور. گِسي منگر جو ٻچو. ڊيگهہ ٻہ فوٽ.

شاهبندر طرف، ننڍڙن منگرن ٻچن کي جيڪي نَر سمجهيا وڃن ٿا تن کي 'پنبا' چون ۽ جيڪي مادين جهڙا تن کي 'ڪُوئِريون' چون. انهن جي تور هڪ پاءُ تائين.

## اهي منگر جن جوٰ تيل استعمال ٿئي

انڌي منگرِ، مورُ، ڪَرَ، ڪَندرِي، لونُ، وِهرُ يا ويرَ، ٻُتَرَ، واڪِيڻ، هَڙونڊو، ڪارنج، سَت سَرِي، ڏنڊڻ،

هُمُ، مالار ۽ ٿاٻي منگرن جي وَهـَ يا چرٻي مان تيل نڪري جيڪو ٻيڙين کي مکڻ لاءِ استعمال ٿئي. مالار جو تيل سنڌن جي سُور لاءِ بہ مفيد آهي، علاج خاطر ڪي ان کي پِيَن. وڏي انڌي مَنگرِ ٻاهر وڏي سمنڊ ۾ رهي باقي ان جو مور اندر اچي ٿو جنهن جي پيٽ مان سئو ڪن دٻا وَهـَ جا نڪرن. انڌي منگر کي ڀالا هٽي مرڻ جهڙوڪ ڪندا، پر اجان جيئري هوندي جو اُبتو ڪري پيٽ ڦاڙي سوراخ ڪري ماٿهو اندر گهڙي ويندو ۽ تيل خاطر جيرا وڍي ڪڍندو. پوءِ رسا ڪپي ڇڏيندا تہ اجان بہ جيئري پئي ويندي جيتوڻيڪ نيٺ وجي مرندي.



# پاڳون پنجون
# ڪاري جي مڇين جي نالي وار فهرست

جدا جدا ماڳن ۾ مياڻين تي پڇا ڪندي، ڪاري جي مڇين جا جيڪي نالا مليا تن کي پيٽيو ويو ۽ صحيح صورت ۾ لکيو ويو. اهي نالا هن فهرست ۾ شامل اهن. مڇين جي نالن ۽ انهن جي سڃاڻپ بابت ڪيل هيءَ پڇا جيتوڻيڪ وڏي ڪوشش ۽ ڪشالي جو نتيجو اهي، مگر موجوده صورت ۾ اها ابتدائي درجي جي آهي. ڪن مڇين جا محض نالا مليا پر في الحال وڌيڪ تفصيل ملي نہ سگهيو. اهي نالا پڻ فهرست ۾ شامل ڪيا ويا آهن تہ جئن اڳتي پڇا لاءِ سولائي ٿئي. ڪن مڇين جي سڃاڻپ بہ ٻڌل بيانن مطابق آهي. ٻڌل ڳالهين کان اڪين ڏٺي ڳالهہ وڌيڪ آهي: پوري تصديق لاءِ ضروري آهي تہ هر مڇي کي ڏسجي ۽ پوءِ ان بابت لکجي، اجان بہ تحقيق مڪمل تڏهن ٿيندي جڏهن علمي سائنسي روشني ۾ مڇي جي هر جنس جي صحيح سڃاڻپ ڪجي.

- **آچِي، آچِي گلو:** چيلري. ميرو رنگ. ڊيگهہ ڇهہ

انچ. تور اڏ ڪلو.

- **آلَ:** وڏين مڇين جي هڪ جنس. ڊيگهه چار فوٽ. هيڊرو- اڇو بُت (فوجي ڪپڙي جهڙا چٽا). تور اڏ مڻ.
- **اُچَڪَ:** رنگ ڪارو. تور اڍائي ڪلو تائين. ڪاڇي ڪانءِ: ڪِچ يا گند ۾ ڪم اچي.
- **اَنگور:** رنگ اڇو. ڊيگهه هڪ فوٽ. تور اڏ ڪلو.
- **بارَڪَلي=** ڪَلِي.
- **بامَ، يامَ:** ليئي. رنگ هيڊرو، پيٽ اڇو، مٿو گولائون نانگ جي شڪل تي. ڊيگهه ٻارهن فوٽ. تور سورهن ڪلو.
- **بُدڪي:** ننڍي مڇي. ڊيگهه چار پنج انچ. 'دَواڻ' جي هڪ جنس.
- **بَنبور:** ننڍي مڇي. چيلري. رنگ اڇو. ڊيگهه ڇهه انچ. تور اڏ پاء (lady fish)
- **بورو:** ننڍي مڇين مان. مذڪر نالو. ڪاڇي ٿو، پر اڪثرُ مڇيءَ جو ٻاهرُ ٿئي.
- **ٻُونقاڙَ:** يعني ٻُونءِ+ قاڙ، چاڪاڻ جو گپ ۾ ٽبي هٽي ۽ هينان جڻ زمين چيري هلي. عام مشهور نالو 'ڦاٽي'.
- **ٻاچُو، ٻاچو ڪوڪر=** ڪوڪر.

- **ٽِـٽِـرُ**: ڀُونبَلو جو هڪ قسم. پڻ 'پڏڻ' جو هڪ قسم.
- **ٽُورو**: رنگ اڇو هيڊرو. ڊيگهه هڪ فوٽ. تور هڪ ڪلو. زهريلي مڇي، ڪاڄي ڪانهه.
- **پاڳاسِ**: ٻه قسم: هڪ گول پاڳاس، ٻي ٻُوئر پاڳاس.
- **پالِيَ پالِيَرَ**: تور اڌ ڪلو.
- **پَتَلَ پاتَلَ**: ڊيگهه چار فوٽ. سمنڊ ۾ هيٺ 'مارِي' لڳ رهي.
- **پِٿُون**: مڪيه ٻه قسم: ڪارو ۽ اڇو: ڪارو پِٿون، سيني ۾ وڏو ڊيگهه هڪ فوٽ تور ٻه ڪلو. ٻيو ڪَبَرو ڊيگهه هڪ فوٽ ٢. اڇو پٿون ٻه نمونا: هڪ گَپِڙُ يا ڪَبرو جيڪو وڏو ٿئي، تور ڏيڍ يا ٻه ڪلو؛ ٻيو اڇو ۽ ننڍو، جيڪو ڊيگهه ۾ منو فوٽ، تور هڪ ڪلو.
- **پُچاري**= ڊيگهه منو فوٽ، تور هڪ ڪلو.
- **پَڏڻ**: ننڍڙي مڇي. ڊيگهه ڇهه انچَ. تور هڪ پاء.
- **پَرِي**: ڊيگهه اڌ فوٽ، تور هڪ پاء.
- **پَلڻ**: رنگ اڇو، ڊيگهه هڪ فوٽ، تور اڌ ڪلو.
- **پَلو**: ٽي قسم: ڳونڊائِي، جَئِيرو ۽ ڪسُ ١. ڳونڊائي پلو. اهو سمنڊ جو وڏو پلو آهي. گوادري


ڪلڙي سانو
پَٽاپَٽِي سانو
جيُرو سانو
اڇو پِٽُون
ڪارو پِٽُون



ڪُندَ

ڪَنگو



موري

چلڪُو









ڏگي

ڪوپرو



ڳيري

سَنگرو



پلو بہ سڏجي. چاليھہ فوٽ اونھي سمنڊ جي پاٽي تائين ٿئي، مٿي درياء ۾ ڪونہ چڙھي. ڊيگھہ ٽن فوٽن تائين. تور چارڪِلو ٢. ڄَئيرو، ننديو پلو. جيڪو ڪناري لڳ ويندي ٻن فوٽن تانگھي پاٽي تائين هلي. ٻاهر سمنڊ ڏي ڪونہ وڃي، پر مٿي درياء ۾ مٿي چڙھي. هن جا ٻہ قسم: هڪ وڏو آنيَارو (مادي) جنھن ۾ ٻہ آنيون ٿين. ڊيگھہ ڏيڍ پوٽا ٻہ فوٽ، ٻيو ڪيرو جيڪو ننڍو، ڊيگھہ ڏيڍ فوٽ. هن ۾ آني ڪانھي، پر آني وانگر ننڍڙيون آنٽُون. ٣. ڪس پلو يا خالي پلو جنھن ۾ نڪا آني ٿئي نہ نڪو ٿُوٿو.

- پُوچارِي، پِيچاري: ننڍڙي مڇي. ڊيگھہ ٽي انچ، مڇيء جو ڳاھہ ٿئي.
- پُونبَلو، پِنبلو: ٻہ قسم: هڪ وڏو، تنھن جو ٻالو ٽِٽر. رنگ هيڊرو. ڊيگھہ هڪ فوٽ، تور ڏَيڍ ڪِلو. ٻيو ننڍو. رنگ هيڊرو. ڊيگھہ ڇھہ انچ، تور هڪ ڇَٽانگ.
- جاڪو: ڇيلري. رنگ اڇو. ڊيگھہ ڇھہ انچ. تور اڌپاء
- جِري: ڇيلري. تور اڌڪلو. اڏامي ٿي.

- جِليبِي: ڊيگهہ ڏيڍ فوٽ. ويڪري هڪ فوٽ، تور چار ڪلو تائين.
- جهِرڪي: ڊيگهہ انچ. رنگ ميرو، پڪ اٽس ۽ اڏامي ٿي. تور هڪ ڇٽانگ. ڪاڇي ڪانہ. ڪيچِ ۾ گڏجي.
- چاڳو، چاڳون: ڇيلري. رنگ اڇو. ڊيگهہ ڇهہ انچ. تور هڪ ڇٽانگ.
- چاءِ، چاه: ڊيگهہ هڪ فوٽ. "ڏاني" جهڙي. تور هڪ ڪلو.
- چامَ = چَمُون.
- چانهيُون: ڊيگهہ ٽي فوٽ.
- چَتُون: ننڍي مڇي. ساوا پڪ. منهن چتون جهڙو. تور اڌ ڪلو.
- چُڪي، چوڪِي، چِڪي: دواڙ جو قسم. دَواڙ جهڙي پر ننڍي. تور چار پنج ڪِلو.
- چَمان، چَمون، چام: سرمائي رنگ، پيٽ اَڇيرڙو، ڊيگهہ هڪ فوٽ، تور اڌ سير.
- چُني، چَسي: ڊيگهہ ٻہ فوٽ.
- چِند، چَند: ليئي. رنگ هيڊرو، تلوار جهڙي سنهي، ڊيگهہ چار فوٽ. تور ٻہ ڪلو، آنا ڪري. ڪائجي ڪانہ ٿي.

- چيرِي = موري
- چوڏي: چيلري: رنگ اڇو. کائڻ ۾ لذيذ. ٽي قسم: ١. وڏي چوڏي، ڊيگهہ ڏيڍ فوٽ. هن جون آنيون لذيذ ٿين ٢. پوري چوڏي، ڊيگهہ هڪ فوٽ ٣. ٻڙ چوڏي= ننڍو ٻچو چوڏي جو، ڊيگهہ ڇهہ انچ.
- چيلَ: چيلري. رنگ ڪارڙو اڇو. ڊيگهہ ٩ - انچ. ريت تي واري ۾ ٽٻي هٽي هلي. ٻہ قسم: هڪ ڦائِي گول ٻ ٻي ڊگهي "سول" (sole).
- حَجام: ڪاري پٿون جهڙو. هڪ پاسي چلر ٻئي پاسي لسو. تور هڪ ڪلو.
- خَچَر: ڪاجي ڪانہ. ڪِچ ۾ گڏجي.
- دَواڙ، ڏَواڙ: ٿورو گولائي تي، رنگ ڪارو، ڊيگهہ پنج فوٽ، تور اٺ - نوَ ڪلو. ڪائڻ ۾ سُٺي.
- دوٿَرَ: ڊيگهہ ٻہ فوٽ. هيڊري رنگ جا چلر. منهن سنهو. تور چار پنج ڪِلو. ڪائڻ ۾ سٺي.
- دوٺَرَ:
- ڏُڏُم ڏُڏُ: رنگ اڇو. ڊيگهہ ٽي فوٽ. تور چارڪلو.
- ڏَنواڙ= دَواڙ، ڏَواڙ.

● ڏاندُ: چيلري. شڪل گولائي تي. رنگ اڇو. ڊيگھہ ٻہ فوٽ. تور ٽي ڪلو.

● ڏانئِي، ڏائِي: وڏين مڇين جي هڪ جنس، چيلري، رنگ سائو. ڊيگھہ چار فوٽ. تور اڍ منڻ.

● ڏاهِي: مٺي جي مڇيء، پر جتي مٺو ۽ ڪارو پاڻي گڏجي اتي بہ رهي. (شاهبندر وارن ڏاهي کي ڪاري جي مڇي ڪري ڄاڻيو.)

● ڏَنديو: چيلري. رنگ اڇو. شڪل گولائي تي. ڊيگھہ ست اٺ انچ. تور ٽي پاء. کائڻ ۾ لذيذ.

● ڏيڏرِ:

● ڊانبو: هيٺ مارِي ۾ رهي.

● ڊِيگڙَي:

● ڍانگِري: وڏين مڇين جي هڪ جنس. چلِري. رمنگ اڇو. ڊيگھہ پنج فوٽ. بت ۾ ويڪري. تور ڏيڍمڻ.

● ڍَڍِي: رنگ اڇو. ڊيگھہ ڇھہ انچ. تور هڪ پاءُ.

● رُڪو: رنگ اڇو، ڊيگھہ ڇھہ انچ. تور هڪ پاءُ.

● رِنجِي، رِنگِي: رنگ اڇو. ڊيگھہ ڇھہ انچ، تور اڌ پاءُ.

● رِنگڻ: وڏين مڇين جي هڪ جنس. چيلري. رنگ

هيڊرو. ڊيگهه پنج فوٽ. تور منومڻ.

- سارم: سُرمائي رنگ. تور اڍائي ڪلو، ڪاڇي ڪانہ.
- سائِي
- سُرمائي: گور جي نموني تي پر ننڍي، ڊيگهه پوڻا ٻہ فوٽ. ننڍي جي تور تي ڪلو، وڏي تہ پنج ڪلو.
- سَنگرو: وڏي مڇي. مُنڍي جهڙو، پر گهٽو وڏو. ٻاهر سمنڊ ۾ رهي ۽ اندر ڪونہ اچي. ڊيگهه ڏهہ فوٽ. تور ٽي چار مڻ.
- سِنگهہ: تور چار ڪلو.
- سولَ: رنگ اڇو ميرڙو. ڊيگهه هڪ فوٽ. تور هڪ ڪلو.
- سوناف
- سُوئو: وڏين مڇين مان هڪ جنس، چيلري. رنگ هيڊرو، ڊيگهه ڇہ ست فوٽ. تور ٽيهہ ڪلو. (هن جي ڦوٽي بہ هن وقت ١٢٥ روپين ۾ وڪامي ٿي).
- سُئِري، سُئِيرِي: چيلري. رنگ اڇو. منهن سنهو. ڊيگهه چار فوٽ. تور ويهہ ڪلو. ”سُوئو“ مڇي سان گڏ رهي، ۽ پڻ جدا رهي. هن جي خاص سڃاڻپ اها جو ڊِرڪي، يعني

آواز ڪري جو چڻ ڳالهائي.

- **سِيرول، سَيري**= مگيو
- **سَيري، سيري**: رنگ ڪارو. لُهڙ واري نموني تي. پکن بدران ٻُج جيڪي پکن جو ڪم ڏين. مٿان ڪنڊا ۽ زهريلو ڪنڊو ٿئيس جيڪو هٽي تہ سخت سور ٿئي. ڊيگهہ ٽي انچ. تور پنج تولا (ڇٽانگ). ڪاچي ڪانہ. گند ۾ گذين.
- **سِيمَ**: ننڍي مڇي. دواڻ جو قسم. ڊيگهہ چار پنج انچ.
- **سِيئَر**: ننڍڙا سنهڙا چلر. وڏين مڇين جي هڪ جنس، ٻہ قسم: ١، ڦوٽائي سيئرُ جيڪو وڏو ٿئي، ڊيگهہ اٺ فوٽ. تور اڌ مڻ. ٢. ڄَئِيرو سيئر: جيڪو ننڍو ٿئي. ڊيگهہ چار فوٽ. تور ڏهہ ڪِلو.
- **سِيئَري**: وڏو تہ سيئَر، ننڍي تہ سِيئرِي، سُئِيرِي ڊرڪي (آواز ڪري)، پر سِيئَري ڊرڪي ڪانہ.
- **شير**: رنگ هيڊرو. ڊيگهہ ٻہ فوٽ. وزن ٽي ڪلو.
- **عربي**:
- **ڦاڙَ**: 'موراڪي' جهڙي سهٽي سني. رنگ اڇو.

ڊيگهه ٻہ فوٽ. تور ٽي ڪلو.

- قاٽي، قاڻَ بُونقاڙ: چيلري. رنگَ اڇيرڙو ميرو. پاٽي واري واريا سي گپ ۾ تبي هٽي اندران اندر هلي چڻ پونء ڦاڙيندي وڃي. هڪ گولائي تي، ڊيگهه هڪ فوٽ ۽ تور هڪ ڪلو؛ ٻي ڪيٽر †(sole)ڊگهيرڙي، ڊيگهه ڏيڍ فوٽ.
- ڦَرا، ڦَرهَ: ننڍي مڇي، چيلري، رنگ اڇو. موري جيڏي. ڊيگهه ڇهه انچ. تور پنجن تولن کان اڌ پاء تائين. ڪاڇي ٿي.
- ڦِڙون: ڦِٽو.
- ڦگو
- ڦِٽو: پيٽ اڇيرڙو ۽ ان تي هيڊرا ٽڪا. ڊيگهه ڏيڍ فوٽ ۽ ويڪر هڪ فوٽ: منهن چٽون جي ڇهنب وانگر وريل. تور چار ڪلو.
- ڦوڪيو، فوڪيو: ڏاند جو قسم. ڊيگهه ٻہ فوٽ. تور ٻہ ڪلو.
- قوهيو، فوُهيو: ڊيگهه مُنو فوٽ.
- ڪارو ڏنڊيو: ڏنڊيي جي هڪ جنس

ڪاريڙي، ڪاريلي: ڊيگهه پنج انچ، تور اڌ پاء. مڇيء جو ٻگاه ٿئي پر ڪاڇي ٻہ ٿي.

- کانديري:
- ڪُنَٽِن : تور اڏ ڪلو، ڪاڇي ڪانہ.
- ڪَچِڪ، ڪِچَڪ: ڇيلري. ننڍڙي مڇي. ڊيگھہ ٽي انچ، تور هڪ ڇٽانگ. اڪثر ڪڇِ ۾ گڏجي.
- ڪرگاڻ، ڪرگڻ: ڇيلري. رنگ ڪارو، پيٽ اڇو، ڊيگھہ ٽي فوٽ. تور ٽي ڪلو. ڪائجي ٽي، پر گھٽو ڪري لُوٽي (لوڻ ڏيئي) باهر موڪلين. (ڪن جي چوڻ موجب 'ڪُرگِڻ' جدا جنس).
- ڪَرَنا : ڪاري جي وڏين مڇين مان، تور ٽي ڪلو
- ڪَرَهو:
- ڪَڪاڻَ: ڊيگھہ اڍائي فوٽ. هيٺ ماري ۾ رهي.
- ڪَلِي : هن جو پيو قسم 'بارَ ڪَلي'
- ڪُندَ، ڪُندُ: ڇيلري. رنگ اڇو. ڊيگھہ اٺ فوٽ. تور چاليھہ ڪلو.
- ڪِنگ:
- ڪَنگو، ڪُنگو: ڊيگھہ پنج فوٽ. مُنهن چنهنب وارو جيڪا ڏيڍ فوٽ ڊگھي. (جڻ ڊُلفين جو قسم) تور چارڪلو. هِت ڪاڇي ڪانہ.
- ڪُونبلو: ڊيگھہ ڇھہ انچ. ڪاڇي ڪانہ. ڪڇِ ۾


سيڙو
ماري جي فاني
سيڙو
پيتو
ڏويار
گَرُو
ڪنڊي وارو گَرُ
گول گَرُ
پيتو
گَرُ

گڏين ۽ پاڻ ۾ کم اچي.

- ڳُوئِين، ڳُئِين : گول، منهن ننڍڙو، تور هڪ ڪِلو.
- ڪيرِي:
- ڪارَڪَ: ڏيکھ تي انچ. مڇي جو ڳاه ٿئي ۽ ڪِچ ۾ گڏين.
- ڪاسو: ننڍڙي مڇي. سُڪائي رکجي تہ ڪاڇي. پڻ مڇي جو ڳاهہ ٿئي.
- ڪوپرو: 'ڏاند' مڇيء جو هڪ قسم. منهن سنهون
- ڪوگَرَ: ڇيلري. پَکرا اٿس. تور اڍائي ڪلو. ہہ قسم: هڪ ٻاڇُو ڪوڪر ٻي ٻسنڌي ڪوڪر. کائڻ ۾ لذيذ. (رڌي کان پوءِ هن جو گوشت سخت ٿئي).
- ڪيٽر: 'ڦاٽي' جو هڪ قسم. ڏيگهہ ڏيڍ فوٽ.
- گانگٽ ڪارائي : نالو اهو، پر آهي مڇي. ڪاڇي ڪانہ.
- گِپري:
- گِدَڙ: گيدڙ
- گُرگُليا، گُرگُلا :
- گِسرَ گِسرُ: هيٺ مارِي لڳ رهي. ڏيگهہ اٺ فوٽ. تور ٻارهن ڪِلو. شهر ۾ ڪاڇي تي، ۽ پڻ ماس لوٽي ٻاهر موڪلين.

- ڱگڙو، ڱگلو
- ڱلامَ:
- گورَ: وڏين مڇين جي هڪ جنس. شڪل گولائين رنگ ميرو. ڊيگهہ اڌ فوٽ، تور ٽيهہ ڪلو. ’گور‘ جدا ۽ ’سُرمائي‘ جدا جنس آهي.
- گوڪَ: ننڍڙي مڇي. تور پنج تولا. ڪاڇي ڪانہ. ڪڇِ ۾ ڳڌين.
- گولِي: ڪاري جي سنين مڇين جي هڪ جنس. رنگ اڇو، ڊيگهہ ٽي فوٽ تور ٻارهن ڪلو.
- گيدڙ، ڳيدڙ، ڳيدِڙ: ڏوانڻ جو هڪ قسم. ماس ڳاڙهو.
- گيرِي: چيلري. تلوار جهڙي. رنگ اڇو. ڊيگهہ ٻہ فوٽ. تور ٻہ ڪلو

گيمَ: چوڏي جهڙي پر چوڏي کان وڏي

- ڱهمَڻ
- گهوڙو: وڏي ۾ وڏين مڇين جي هڪ جنس. ڊيگهہ ٻارهن کان پنڌرهن فوٽ، وڏن ڪنين واري. سنهڙا ڇِلر، تور ٽي مڻ. هت ڪاڇي ڪونہ، باقي ماس جا ٽڪر ٽڪر ڪري لوٽي، ٻاهر موڪلين.

- لِچِڪُ، لَچِڪُ: (مذڪر نالو). ليئي. رنگ سرمائي. سنهو ٿئي. ڊيگهه چار فوٽ، تور ڇهه ڪلو.
- لِچَڙِ: ننڍي مڇي، تور هڪ پاءُ
- لَوجَرِي: ڇوڏي
- لَهڙَ لَوڙَ: سمنڊ جي لُهڙ. رنگ ڳاڙهو. ڊيگهه هڪ فوٽ ڪن، تور اڌ پاءُ. ڪاڄي ڪانہ.
- لَوئَرَ لَوئَرِ: ڇيلري. ٻہ قسم: هڪ مُياري، ٻي ڄَيري. رنگ اڇو. ڊيگهه ڇهه انچ. تور هڪ ڇٽانگ. مَڇيءَ جو ڳاهُ، ڪاڄي ڪانہ.
- مانگِيٽو: (مذڪر نالو) 'ڦاڙ' جي جنس، پر ڦاڙ کان ننڍو ۽ ڇوڏي کان وڏو. تور هڪ ڪلو.
- ماهي:
- مِٺُو، مِٺُون: ننڍڙي مڇي. رنگ اڇو. ڊيگهه ٻہ- ٽي انچ. تور ٻہ-ٽي تولا... ڪاڄي ٽي پر اڪثر مڇيءَ جو ڳاهہ.
- مُرو
- مُشڪو: ڇيلري، رنگ اڇيرڙو هيڊرو. سنها سنها ڇلر. ڊيگهه ڏيڍ فوٽ. تور ٻہ ڪلو.
- مگيو: تور ڏيڍ ڪلو.
- مُلان: هيٺ ماري ۾ رهي. گولائين شڪل. ڊيگهه

ڏيڊ فوٽ. توز تي ڪلو .

- **مُنڊي:** ڊيگهہ ڏيڊ فوٽ
- **مُنڊي ڪارائي:** ڦاڙ جهڙي، تور هڪ ڪِلوَ تائين.
- **مور:** مٿان هيڊا ڪارا ٽڪا. تور پنج- ڇهہ ڪلو. ڪائجي ٿي.
- **مورِي، مُورِي:** ننڍڙي مڇي. ڊيگهہ پنج انچ. تور پنج تولا. ڪاچي ٿي، پر اڪثر ڪچِ ۾ ڪم اچي. شاهبندر طرف نالو 'چيرِي' .
- **مُهُورِ:** رنگ اڇو. ڊيگهہ اڏ فوٽ. تور هڪ پاءُ.
- **مِينگ:** ڊيگهہ ٽي فوٽ.
- **مُيو:** ٻہ قسم: ننڍيو ۽ وڏو، هن جي ڪاري پٺي جي رس مس طور ڪم آڻين جيڪا پڪي ۽ اَڻ مِٽ ٿئي. ڪاچي ڪانہ.
- **وِيسارُ:**
- **هِڪو:** رنگ اڇو. ڊيگهہ ڇهہ انچ. تور هڪ پاءُ.
- **هِيرو:** ڇيلري. ڳاڙهيرڙو رنگ. منهن سنهون. ڊيگهہ اڊائي فوٽ. تور پنج ڪِلو.



# پاڳو ڇهون
# ڪاري جي منگرن جي نالي وار
## فهرست

جدا جدا ماڳن ۽ مياڻين تي پڇا ڪندي منگرن جا نالا جئن مليا تئن انهن کي قلمبند ڪيو ويو. اهي جملي نالا هن فهرست ۾ شامل آهن. ڪن منگرن جا رڳو نالا مليا پر وڌيڪ تفصيل ملي نہ سگهيو. ٻڌل ڳالهين کان اڳين ڏني ڳالهہ وڌيڪ آهي. هي تحقيق مڪمل تڏهن ٿيندي جڏهن علمي سائنسي روشني ۾ منگرن جي هر جنس جي سڃاڻپ ڪجي، هي ابتدائي ڪوشش جيڪا اُن ڏس ۾ مددگار ثابت ٿيندي.

- اَنڌِي مَنگرِ: تمام ڊگهي وڏي. ڊيگهہ ڏيڍ سؤ فوٽن تائين ۽ تور ڇهن سون مڻن کان مٿي. پاسن کان گڏهہ جي ڪنن وانگر ٽي فوٽ ڊگها ۽ منو فوٽ ويڪرا ڪن اٿس. 'انڌي منگر' انهيءَ ڪري سڏجي جو ٻاهر وڏي سمنڊ جي هيٺ تَري ۾ رهي. ڪنهن اتفاق سان مٿي اچي تہ جڻ ڏسي ڪانہ سگهي ۽ اچي نَرنِ ڪاڏِينِ ۾ لڳي. سنڌ

جي ڪناري لڳ اهڙي هڪ انڌي منگر جي جيري مان تي سو دڀا تيل جا ڪڍيائون.

- اَٺيان مورُ: ڏيگهہ پنجاهہ فوٽ. ”ڪندري“ منگر وانگر ٻٽوٻوٽ. ڪتي ۽ چاڙا (چيٽ) مڙهن جو شڪار ٿئي. هن جو ننڍو ٻچو ’مورُ‘ ڪاچي ٿو.
- ٻُٺُرُ: ڏيگهہ پندرهن فوٽ. مٿي وٽ پاسن تي نڪتل چنهنبون يا سڱ. وهہ مان تيل نڪري. ٻُٿرڪي هڙُونڊو بہ چون.
- ٻُٺُري= ٻُٺُرُ
- ٻلي: منهن ٻليءَجهڙو ڪاريڙي رنگ تي ٻت تي چٽا. ڏيگهہ ٻن فوٽن تائين. تور تي ڪلو، پُوسٽي (= ٻلي) بہ سڏجي.
- پارَڪرِي، مارَڪلِي: ڏيگهہ ڇهہ فوٽ، پَڪ ڪارا
- پاڳاس: ڪڏي وارن وٽان تصديق ٿيئي تہ منگر آهي، پر هڪ مڇي جو نالو بہ ”پاڳاس“ آهي
- پشَڪ، پيشڪ: ڪڏي وارن وٽان تصديق ٿي تہ منگر آهي
- پَنبا، پَنبان: سنهوآهي. ڪن اٿس، ۽ پُنيءَ تي هڪ پَڪرو. ڏيگهہ بہ فوٽ.
- پَنبِي = پنبا

- پُوسَٽي = ٻلي.
- پولڙُ
- ٽاٻِي: ڊيگهہ ٽي فوٽ. مالار جهڙو پر ننڍو. ٽارون ۾ ٽُنگ جتان مٿي پاٽي جي ڦُوڪ هٽي.
- چِٽو، چِٽرو
- ڊِيهَر
- ڊاڪو: ڪن چيو تہ مڇي آهي. وڌيڪ تحقيق طلب؟
- ٻوڪان: آڌو ٻہ سگ (پاسن تي سڌا) ۽ اڪيون سگن جي چوٽين ۾. ڊيگهہ پنج فوٽ.
- ڏَندَڻُ: خاڪي سليٽي رنگ. ڊيگهہ ڏهہ - ٻارهن فوٽ. تور ٢٥ - ٣٠ مڻ. وَهہ مان تيل نڪري.
- سائِڪُ: ڊيگهہ ٻہ فوٽ
- سَت ٿَرِي، سَت ٿري، سَت سَري: ڊيگهہ ٽي چار فوٽ. تور پنج ڪلو. وهہ مان تيل نڪري
- سِڏُ: ڊيگهہ ڏهہ - ٻارهن فوٽ. ڏند اٺس. مڇي کي ڏک هٽي کائي.
- سِڏِيڙو: ڊيگهہ ست فوٽ، تور ويهہ ڪلو
- سِيَافَرُ: ڊيگهہ ٻارهن فوٽ
- سِيرول، سِيرل: 'ڏالفن' جو قسم. هن جو ٻيو نالو 'مگيو'

- **سِيل:** ڊيگهہ ڏهہ فوٽ. مٿان اچا ٽِپ ٽِپ. آڏو ٿوري چنهنب، ’ڊالفن‘ جي قسم تي.
- **ڪارِنجُ:** هن جي وَهہ مان تيل نِڪري
- **ڪارِينگڙيو:** منگر آهي ۽ ڪاڇي ٿو
- **ڪاناٽو:** منهن ڊگهيرو سنهون، مٿان ننڍيا ننڍيا ٽِپ. ڪي چون ڪاناٽو وڏو منگر ۽ ’ڪاناٽي‘ ننڍيو ٻچو: ٻيا چوندا ڪاناٽي وڏو منگر ۽ ڪاناٽو يا ڪَنات ننڍيو ٻچو.
- **ڪاناٽي:** ڪاناٽو
- **ڪائِرُ:** ڊيگهہ ڏهہ فوٽ، مٿان اچا چٽا.
- **ڪايُون:** پڪڙيون ڪاريون. تور ٽي چار ڪلو. ڪاڇي ٿو.
- **ڪَتَرُ:** ڊيگهہ پنج فوٽ.
- **ڪُتِي:** رنگ ڪارو. تور پنڌرهن ڪلو.
- **ڪَرَ:** منهن سنهو. طاقتور. وهہ مان تيل نڪري
- **ڪَڪَڙ:** ڪَڪڙ ڪُسو.
- **ڪَنات، ڪاناٽو:** ننڍي ۾ ننڍيو منگرو. ڪاناٽي جو ٻچو. ڊيگهہ ڏيڍ فوٽ ۽ تور سوا ڪلو. ڪاڇي ٿو.
- **ڪَندَرِي:** وڏي ڪاري مَنگرِ. ڊيگهہ چاليهہ فوٽ. اٽيان مور وانگر ٻٽو ٻوٽ . ڪنڌ ۾ نيشان. وهہ مان تيل ڪري.

- **ڪورِي:** ڊيگهہ ٻہ فوٽ.
- **ڪولو ڪَهير:**
- **ڪولي، ڪول:** چوهڙ جماليءَ ۾ ملاحن چيو تہ انهيءَ نالي وارو منگر آهي.
- **ڪيِنُ ڪَيِنُ ڪيري:** ڊيگهہ ڇهہ ست فوٽ. مثال ڪارا اڇا ٽڪا ٽڪا. آڏو منهن وٿان ترار مثل سڌي هڏي (جنهن کي ڏندا ناهن). آنا ڪري.
- **ڪِهرُ=** ڪير
- **ڪَٽيٽُ:** ڊيگهہ ٻہ فوٽ. پڪڙيون ڪاريون. 'ڪايون' جهڙو

ڪَٽيپُ، ڪَٽو: ڊيگهہ چار فوٽ. (ڪن جي چوڻ موجب، ڪٽيپ ۽ ڪٽيٽ ساڳي ڳالهہ).

- **ڪَڪَڙ ڪُسو:** ڊيگهہ ڏيڍ فوٽ
- **گُسِي، گوسِي:** ڊيگهہ ٻارهن فوٽ. مثال اڇا ٽَپ ٽَپ. ان جو مور (ننڍو ٻچو) ڪاڇي ٿو.
- **گوسيو=** گُسي
- **گنڊير**
- **لِچڪ:** ڊيگهہ ٻہ فوٽ
- **لَونُ:** ڊيگهہ ڏهہ فوٽ. رنگ سائو، منهن ٿلهو ۽ پوٻان سنهون. ماٺهو سان وڙهي، وهہ مان

تيل نکري.

- لِيارو: ڊيگهہ ١٥- ٢٠ فوٽ. منهن وٽان آڏو سڌي ترار ٿي فوٽ ڊگهي، جنهن جي پاسن کان ڏندا. آنا ڪري.
- مالارُ: ٻہ قسم. هڪ وڏو ٻيو ننڍيو. وڏو ڊيگهہ ۾ اٺ فوٽ، منهن ڊگهو، تارون ۾ تنگ جتان پاڻي جي ڦوڪ مٿي هٽي.
- مَندريو: سامهون تلوار اٿس. آنا ڪري.
- مَنيو: ڊيگهہ چار فوٽ. گول منهن.
- مَنگرِ= ننڍي منگر.
- مور منگر: ٻہ قسم: ١. پُراڻو مور، رنگ سُرمائي، پيٽ اڇيرو. تور پندرهن ڪِلو. ڪاچي ٿو ۽ ڪائڻ ۾ سنو ٢. نئون مور. پُنن وارو رنگ ڪارو سرمائي ۽ پيٽ اڇو ڳاڙهيرڙو. تور چار ڪلو. چيٽ واري مهيني ۾ هن جو شڪار ٿئي. ڪاچي ٿو، ۽ ڪائڻ ۾ لذيذ.
- مُوئِي: رنگ ۾ ميري، پيٽ اڇو. ڊيگهہ ڏهہ فوٽ
- مُيا ڇُ: رنگ سائو. ڊيگهہ چار فوٽ.
- مُيو: ڊيگهہ پنج فوٽ. ڪاچي ٿو.
- ننڍي منگرَ: جيڪا اندر اڇي ٿي، ڊيگهہ چاليهہ فوٽ.

- واڪِيڙ: ڊيگهه پنڌرهن ڪان ويهن فوٽن تائين. سامهون تلوار. آنا ڪري. هت ڪاڇي ڪونہ ٿو، پر ماس لوڙي ٻاهر موڪلين.
- وِچَڙ: ماٺهو سان وڙهي.
- وِهِنَ ويرَ: ڊيگهه چاليهہ فوٽ. آڏو ڊگهي تلوار. ڏندن سان، آنا ڪري.
- وِيسَرُ: وڏي ۾ وڏو منگر. ڊيگهه هڪ سو فوٽن تائين ۽ مٿي. ڪاري رنگ تي. مالار وانگر ڦوڪ هٽي تہ مٿي پاڻيءَ جو منارو نهي وڃي جيڪو پري ڪان پنڌرهن ميلن تائين ڏسجي. جَنگيسَر جي گهاتوئن ائن نوَن وامن ڪان ٻاهر تي ڏنو. ڇهن سٽن وامن تي لڳي رهي ٿو. نَر ۾ ڪونہ اچي.
- وِيلڙو: ڊيگهه پنڌرهن فوٽن تائين ۽ تور ويهن مڻن تائين. ويلڙو وڏي ويسر منگر کي لڳي ٿو ۽ ٽڪر ڪري پٽيس ٿو. ويسر ان ڪان ڊڄي ۽ ڀڄي.
- هاروڙ منگر:
- هڙُونڊيو: ڊيگهه پنڌرهن فوٽ. وَهہ مان تيل نڪري. ڪي ٻُتر کي بہ هڙونڊو چون.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمَ- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)